# رڇي جي ريٽو ٿيا

[بلغاريا جي قومي اڳواڻ جارجي ديمتروف جي زندگي]

اِسٽيلا بلاگوئوا

سنڌيڪار

ناز سنائي



قيمت: ويهه رپيا

ڇاپو: پهريون
تعداد: هڪ هزار
ڇپيندڙ: سردار پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ
ڇپجڻ جي تاريخ: سيپٽمبر ۱۹۸۴ع

ائڊريس:
پوسٽ باڪس نمبر ۹۱، جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد سنڌ
[سنڌي ساهت گهر، ڪتاب نمبر ۵]



## اسان جا اڳيان ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ۱. علامہ آء. آء. قاضي | قاضي فيض محمد | (ختم ٿيل) |
| ۲. ڏُکيون جان نہ مڙن | ناز سنائي | (ختم ٿيل) |
| ۳. ڪچان تان ڪافر | ناز سنائي | ۱۰-۰۰ |
| ۴. ماءُ ڪاهوڙي هليا | ناز سنائي | ۲۰-۰۰ |

## سنڌاءُ







پنهنجي
محسن ۽ سڄڻ،
علي احمد بروهيءَ جي نالي—
جنهن جي محبت ۽ شفقت جو ڇانورو،
منهنجي وجود مٿان،
ڏينهون ڏينهن وڌندو وڃي.

"ساڄڻ منهنجو سرتيون، جي ڏسو سپيڻي،
ته سهو ڪين سڪ ڪري، ور پاسو ڏيڻي،
مونهان اڳيڻي، گهڙو سپ گهڙا ڪٽي—!"
(شاهه)



ناز سنائي

رَڇي جي ريئو ڏيا، ڪينَ اُپاڏڄن اوهه،
ڪُنبي نہ ڪاري تنهن کي، جو هالاري هوءِ،
ٿوڏي ڏوڀي ڏوءِ، تہ بہ لالائي ان جي نہ لهي.
(شاهہ)

# پيش اکر

هيءَ ڪهاڻي ان بلغاريا جي اڳواڻ جارجي ديمتروف جي ڪهاڻي آهي، جيڪو بلغاريا دنيا جي نقشي تي هڪ ننڍي جيان آهي — صفا ننڍڙو، جيتامڙو ملڪ. جنهن ننڍڙي جيتامڙي ملڪ جي ماڻهن کي 'ازدهائون' ميڙي غلام ۽ محڪوم رکيو ويٺيون هيون. لڳاتار پنج سؤ سالن تائين ترڪن جي جانبڌ ۾ بلغاريا جا ماڻهو پيسجندا رهيا. ترڪن هن ننڍڙي ملڪ جي ماڻهن کي بي‌حس بڻائڻ لاءِ هر طرح جا طريقا ڪتب آندا، انهن سان طرح طرح جون جٺيون ڪيون. طاقتور حاڪم ائين محسوس ڪرڻ لڳو ته اسان بلغاريا جي ماڻهن کي ڪسي ڪري ڇڏيو آهي ۽ سندن سموريون حسون، بي‌نڪميون بڻائي ڇڏيون اٿئون. هو ايڏا ته بي‌حس ڪري ڇڏيا اٿئون جو هو ڪڏهن به پنهنجي غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙي نه سگهندا. ڇو ته اسان سندن ڳچين ۾ وڏا ڦاها وجهي ڇڏيا آهن. پيرن ۾ ڏانوڻ وجهي، اکين تي ڪوپا چاڙهي ڇڏيا آهن ۽ بلغاريائي ماڻهن کي گهاڻي جو ڍڳو ڪري ڇڏيو آهي. جيڪو رڳو گهاڻي تائين ڦرندو رهندو، ڪيس لڪير جو فقير بڻائي ڇڏيو اٿئون.“

آن هيڏي ساري گهمند ۾ هيڏا سارا ظالم، هيڏيون ساريون هنبوڇيون هڻي رهيا هئا تہ ڪڏهن هن سرزمين جي سپوتن جي ڪُنجهڻ، لڪل ۽ زيرزمين سرگرمين کين مائوف ڪري ڇڏيو. حڪمران حيرت ۾ پئجي ويا تہ هي غلام، هي محڪوم، تُرڪن جي هيڏي ساري حاڪميت خلاف هي ڪارروايون ڪهڙن طريقن سان ڪري رهيا آهن. غيرمنظم بلغاريائي مُجتان آيا تتان ڪار' جي اُصول موجب ڪڏهن کُليل تہ ڪڏهن لڪل طريقن سان، پنهنجي حاڪمن جي ٻوٽن تي پادر ڦهڪائيندا رهيا.

بلغاريا ملڪ جون سرحدون يونان، ترڪي، يوگوسلاويہ، رومانيہ ۽ روس سان ٿيون ملن. هن ننڍڙي ملڪ پنهنجي قومي آزاديءَ قومي ڇوٽڪاري ماڻڻ لاءِ جيڪي ڪجهہ ڪيو، آن دنيا کي ڏندين آڱريون ڏياري ڇڏيون.

جارجي ديمتروف، بلغاريائي قوم جو هڪ بهترين اڳواڻ هو. جنهن بلغاريا جي ماڻهن کي متحد ڪيو. هر طرح جي مشڪلاتن ۽ تڪليفن کي منهن ڏنو، جيل جي ڪارين ڪوٺين ۾ رهيو. ڦاسي گهاٽ پهتو ۽ اتي اونداهين ڪوٺين ۾ رهندي بہ هو وڙهندو رهيو. ڦاسيءَ کي آڏو ڏسندي بہ هُن جي چپن تي آها شاندار ۽ سوڀ جي علامتي مُرڪ هئي، جا ڪنهن کي بہ مايوس ٿيڻ ڪانہ ڏيندي هئي ۽ سندس اها مرڪ، سمورن

مجبورن ۽ محڪومن کي اِهو يقين ڏياري رهي هئي ته ”سوپ اسان جو، اسان جي قوم جو مقدر آهي. اسان محڪوم ضرور آهيون پر اسان کي پورهيتن جي حاڪميت جو ڀروسو آهي. اسان کي خاطري آهي ته اسان ظالمن کي ليتائي ڏاهي رکنداسين ۽ دنيا تي پاڻ حڪمراني ڪنداسين.“

۽ اِها خاطري نه رڳو اسان جي يار جارجيءَ کي هئي پر بلغاريا جي هر فرزند کي. جنهن ڪري بلغاريه جو هر باشندو جارجي هو.

تنهن زماني ۾ حرامين جو لٽ سردار هٽلر هوندو هو. ان سان ڀنگ پاڻيوار پيا به هوندا هئا. ڏاڍي ڏهڻ هڻندي هئي ته توڏو تيرهن هڻندو هو. دنيا کي سدائين لاءِ محڪوم ۽ غلام رکڻ جا خواب ڏسندڙ هٽلر ۽ سندس ساٿي، اهڙا ته بڇڙا ۽ ننگا ٿيا جو اڄ تائين به انهن جا ساٿاري، وڏين ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ به انهن تي پردو نه رکي سگهيا آهن. انهن جي ذلت‌آميز شڪست کي هو اکين سان ڏسندا رهيا آهن ۽ پنهنجي واري جا منتظر آهن. ڪين به اِها پڪ آهي ته هو به، اڻين ڏي بڇڙا ۽ خوار خراب ٿيندا، جهڙي نموني سندن ابو ٿيو. هاڻي سندن پيو ابو، جيڪو ان گاديءَ تي ويٺو آهي، آهو ڪين ڏاڍا دلاسا ۽ آسرا پيو ڏي پر پنهنجو موت، سو به هيٺن ماڻهن هٿان هو به ڏسي رهيو آهي ۽ سندس ڀنگ پاڻيوار به پنهنجي ابي جي گهاتي

ڇرهه ڏسي رهيا آهن. هٽلر جو اولاد اڃا به هر طرح جون ڏاڍايون ۽ بيچڙايون ڪرڻ ۾ پورو آهي پر محڪوم ۽ مظلوم ماڻهو به پنهنجي سوڀ ماڻڻ لاءِ سئنهن ڪٽي نڪري پيا آهن ۽ سامراج سان مهاڏو اٽڪايو بيٺا آهن.

نازي ڊڪٽيٽر هٽلر، جارجيءَ تي ڪيترائي ڪهڙا ڪيس نه ڏاهي هُن کي قيد ڪري رکيو ۽ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو ته اڄهو تا هن جي کهاڻيءَ کي ختم ڪريون ۽ اڄهو تا هن کي ميساري ڇڏيون. پر جارجي اڪيلو ڪونه هو. هو هاڻي هڪ باشعور ۽ متحد قوم جو اڳواڻ هو. اها قوم جنهن کي هاڻي پنهنجي قومي غلاميءَ جو احساس ٿي ويو هو ۽ هُو پنهنجي آزادي ماڻڻ جو وچن ڪري چڪا هئا. هر طرح جي ڪوششن ۽ حرڪتن ڪرڻ کان پوءِ به نازي نه بلغاريا کي ميساري سگهيا، نه ان جيتاڙي قوم کي ميٽائي سگهيا ۽ نه انهن جي اڳواڻ کي ڦاسي ڏئي سگهيا. اُٽلندو هو پنهنجي شڪست مڃي ويٺا ۽ هِنن مظلوم ماڻهن اڳيان گوڏا کوڙي ويهي رهيا.

مسڪين، پورهيت هاريءَ جو ٻار جارجي، جيڪو ڄاڻو به ٻنيءَ ۾ هو ۽ آن ٻنيءَ ۾ ڄاڻو جيڪا سندس هوندي به سندس ڪانه هئي. اها ٻني جيڪا جاگيرن ۾ ورهائي پئي هئي. آن غلام ٻنيءَ ۾ ڄمڻ واري جارجيءَ، ان ٻنيءَ کي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏياري، پوءِ سک جو ساهه کنيو.

رولڙن ۽ ڏرڪن تابڻ ۾ ننڍپڻ واري زندگي گذارڻ وارو جارجي، گهڻو پڙهي به نه سگهيو. ڇو ته ننڍي ماءُ ڏاڍا يتيم هئا. پر پوءِ به هن جي اندر ۾ جن جذبن واسو ڪيو، انهن هُن کان چڱي محنت ڪرائي ۽ هيءُ هڪ ڪامياب اڳواڻ بنجي ويو. بلغاريائي قوم جي ٻڏندڙ ٻيڙيءَ جو هيءُ ناخدا، قوم جي ٻڏندڙ ٻيڙي کي پار آڪاري ويو.

هُن خلاف جيڪي سازشون ٿيون، حملا ٿيا، فائرنگون ٿيون، آهي ڪيس مرعوب ڪري نه سگهيون. هُن کي پنهنجي ڳالهه تان هٽائي نه سگهيون ۽ هيءُ دشمن سان انتهائي بهادري ۽ بي ڊپائيءَ سان وڙهندو رهيو جو هي سموري دنيا جي مظلوم ماڻهن جي نظرن جو مرڪز بنجي ويو ۽ پوري دنيا جا ماڻهو هِن جي سڏ جو پڙاڏو بنجي ويا.

هٽلر، هن خلاف ريشتاغ باغ کي باهه لڳائڻ جو ڪوڙو ڪيس مڙهي، ان لاءِ هڪ طرح جي ڪُڌ ڪوڙي، وڏي ڪاهي هنئي ۽ ان آسري ۾ رهيو ته اِجهو جارجي ان ڪاهيءَ ۾ ڳم ٿيو. نه ڏو ڏنو نه مون ڏنو — پر:

ڪر جا ڪُڌ ڪنئين، پونُ ڪاڻ پربڻءَ جي،

تنهن ۾ پــاڻُ پئي، غيبتي غـــار ٿيو. (شاھ)

سازش ٿي ته جارجيءَ کي ڇپ ڪرائي ڇڏجي ۽ هن کي اهڙو سبق سيکاريو وڃي، اهڙي نموني ڦاهيءَ تي لٽڪايو وڃي جو سمورا ماڻهو حق جي ڳالهه تان

ھٿ ڪٿي وڃن ۽ ”ابي جو مرڻ ڏسي ڀين جو مرڻ
تان ٿي ارواح ڪڄي وڃي.“ پر ٿيو هيئن ته ’وٺي سگهن
ڪاڻ پـر ڪن ٻـه ڪپائي آئي‘ جيان اُن ٻه گاهه
واري پاسي ليٽي پيو ۽ جارجيءَ، هٽلر ۽ اُن جي ساٿين
کي دنيا آڏو الف ڪري ٻيهاري ڇڏيو ۽ دنيا جي
سمورن لٽ سردارن کي ٽيج ياد ڏياري ڇڏيائين ۽ ڪين
سدائين لاءِ هيءَ خاطري ڏياري ڇڏيائين تـه ’اڄ نه ته
سڀاڻي، سڀني ڏينهڱهو ٿي ڏيـري ٿي پوندو!‘ ۽ هاڻي
سمورا ڏسي رهيا آهن ته سامراج جو وڃي ٿو ڏڏو
ويڙهيو ۽ جتي ڪٿي وڃي ٻڇڙو ٿيندو!

اِها سوڀ سوشلزم جي نظرياتي سچائيءَ جي سوڀ
آهي ۽ اِهو ئي نظريو ماڻهن جي ڳچين مان صدين جي
پيل سرڪڻ کي وڃي ڪيندو. هيڏانهن سامراج وڃي
ٿو اِن سرڪڻ کي سوگهو ڪندو ۽ هيڏانهن وڃي
سوشلزم اُن کي ٽوڙيندو!

جن به قومن، جن به ماڻهن ان نظريي کي پنهنجي
حالتن مطابق ورتو آهي آهي ڪامياب ويا آهن. باقي
جيڪي سوشلزم کي سمجهي نه سگهيا آهن. آهي نه قوم
جي مٿي جو سور ثابت ٿيا آهن. رڳو رٽيل جملا ۽
رڳو ڪتابي ڳالهيون ــــ عمل ڀُڙي ــــ ۽ اهڙن ماڻهن
کي، اهڙين قومن کي، شڪست نصيب نه ٿيندي ته
ٻيو ڇا ملندو؟ اِهـا ناڪامي اِن نظريي جي ناهي پر
انهن نيم حڪيمن جي آهي، جن قوم جي درد کي به

چاتو ڪونهي ۽ مارڪس ۽ لينن جي ڪتابن کي پنگ جيان گهوَٽي پي ويا آهن.

هن ڪتاب ۾ اوهان جارجي ديمتروف جي جيون ڪهاڻي پڙهندا ۽ اوهان ڏسندا ته ان اڳواڻ سوشلزم کي ڪيئن نه سمجهيو هو ۽ ڪهڙي نه طريقي سان، هن پنهنجي قوم کي آزاديءَ جا موڙ پارايا هئا.

ديمتروف، هڪ ڪميونسٽ اڳواڻ جي حيثيت سان پوري دنيا ۾ چاتو ۽ سڃاتو ٿو وڃي. هو جنهن گهر ۾ ڄائو هو، اهو سچو گهر ٿي سرفروشن جو هو. هن جي نظرن ۾ 'مٽي ڦريلن' جو گهر هو. جارجيءَ جي پوري خاندان، انقلاب آڻڻ ۾ جيڪي ڪردار ادا ڪيو آهي، اهو اڄ به بلغاريا جي تاريخ ۾ سونهري اکرن سان لکيل آهي.

غريب جارجي، بين‌الاقوامي مزدور تحريڪ جي هڪ باصلاحيت اڳواڻ جي حيثيت ۾ اڀريو هو. هو 'ٽين ڪميونسٽ انٽرنيشنل' جي سيڪريٽري جنرل جي وڏي ذميوارانه عهدي تي مقرر ٿيو. پنهنجي دور جي انتهائي ظالم ۽ وحشي حڪمرانن سان مقابلو ڪيائين، انهن جو هر جبر ۽ ستم وڏي بردباريءَ سان سٺائين ۽ سندن هر سازش کي ناڪام بڻائي ڪين ذلت آميز شڪست ڏنائين.

نازين ديمتروف کي جيل ۾ رکي، هُن خلاف ڪوڙو سازش ڪيس تيار ڪري هُن کي مارڻ چاهيو ٿي.

گڏوگڏ جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽي تي قانوني طور بندش وجهڻ تي گهري ۽ آن جي هزارين ڪارڪنن کي مٿائڻ تي گهريو ۽ دنيا کي هيءَ ٻڌائڻ تي گهريو ته ڪميونسٽ هيڙي قسم جي ڪاروائين ۾ سيني ڪان اڳيان آهن. پر ديمتروف آهـو ڪيس جنهن ڏاهپ ۽ سنجيدگيءَ سان وڙهيو، جو ڳالهه ئي ابتڙ تي وئي ۽ جيڪي ڪوشش ۾ هئا ته ديمتروف ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڏوهي ثابت ڪيو وڃي ۽ دنيا آڏو بدنام ڪيو وڃي. آهي خود ڏوهي بنجي پيا ۽ پوري دنيا آڏو ظاهر تي بيٺا ۽ دنيا چاڙي ورتو ته ڏوهي ڪميونسٽ نه پر نازي آهن. ظالم ديمتروف نه پر هٽلر آهي. جارجي جيڪڏهن ان ڪيس کي پنهنجي ڏاهپ سان، ان انداز ۾ نه هلائي ها ته نه رڳو پاڻ ڪاٺ ۾ پيل هجي ها پر پوريءَ دنيا جا ڪميونسٽ ٻوهي ۾ اچي وڃن ها. پر ديمتروف ڏاڍي بهادري ۽ بي جگريءَ سان، پنهنجي بيانن ۽ سوالن وسيلي نازين ۽ سندن ظلمن کي دنيا آڏو ظاهر ڪندو رهيو.

سندس پوري زندگي قابل رشڪ آهي. هن پوري ڄمار، ڪميونزم جي سچائيءَ سان تبليغ ڪئي ۽ مارڪس ۽ لينن جي تعليم جي روشنيءَ ۾ پوري ڄمار وڙهندو ۽ وڌندو رهيو. هو سوشلسٽ بلغاريا جو پهريون صدر چونڊيو ويو ۽ ان ئي عهدي تي هوندي دم ڏنائين. بلغاريا جي دارالحڪومت صوفيا ۾ سندس مزار آهي.

جتي سندس جسم کي محفوظ رکيو ويو آهي ۽ هاڻي
آتي دنيا جو هر سوشلسٽ ۽ دنيا جو هر آزاديءَ لاءِ
وڙهندڙ سپاهي، سندس مزار تي وڃي کيس ڏسي ٿو ۽
سلام ٿو ڪري. چو ته هو پوري چمار پنهنجي مظلوم
قوم جو صحيح ۽ سچو اڳواڻ رهيو. هو اڃا ننڍو هو،
اسڪولي تعليم دوران هڪ دفعي هو ليوسڪي Levski
جو ڪتاب وٺي آيو ۽ پڙهڻ لڳو. ليوسڪي جو هيءُ
ڪتاب سندس سوانح عمري تي مشتمل هو ۽ کيس
ترڪن اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري ترڪ حاڪمن
خلاف بغاوت منظم ڪرڻ جي پاداش ۾ صوفيا ۾ ڦاسيءَ
تي لٽڪايو هو. جارجيءَ هيءَ سوانح عمري پڙهي آخر
۾ چيو: 'ڪاش! مان به هجڙو موت ماڻي سگهان!"



جارجي ديمتروف جي زندگيءَ مون کي ايتري قدر
ته متاثر ڪيو جو مون ان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ آڻڻ
جو ارادو ڪيو. اِن نيت سان ته منهنجي قوم جا ماڻهو
جارجيءَ جي جيون ڪهاڻي ۽ سندس ڪارناما پڙهن ۽
اُن مان لاڀ حاصل ڪن ۽ ان جي جدوجهد، راهن ۽
رستن کي ڏسي، پاڻ به ڪي راهون تلاش ڪن.

آءٌ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ هوس، مون کي پهريان
عبدالله ملڪ جو ڪتاب 'جهوٽا مقدمه سچا ملزم' مليو
۽ مون آهو ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ ڪتاب
جو اصل مالڪ، ڪتاب واپس وٺي ويو ته آهو اڌ ۾
رهجي ويو.

هيءُ ڪتاب جيڪو 'جارجي ديمتروف' جي نالي سان، اردو ۾ شايع ٿيل هو ۽ 'نيشنل پبلشنگ هائوس' لاهور وارن شايع ڪيو هو. اهو مونوٽ موجود هو ۽ مون اهو ئي ترجمو ڪيو. مون هيءُ ترجمو ڪراچيءَ وارڊ جي ڪولي نمبر ۹ ۾ ۳۰ اپريل ۱۹۸۲ع کان شروع ڪيو ۽ ۱۳ مئي ۱۹۸۲ع تي آن کي پورو ڪيو (وچ ۾ ساهيون به ڪنيم). ٿورائتو آهيان پنهنجي پياري ۽ منڙي دوست محمد خان سولنگيءَ جو، جنهن جيل ۾ مون کي ڊڪشنريءَ جو ڪم ڏنو ۽ منهنجي مدد ڪئي.

هيءُ ڪتاب ڇپجڻ کان پوءِ به، مهينو سوا ليٽ ٿي ويو. ڇو ته ڪتاب جو تعارف محترم سراج ميمڻ کي لکڻو هو. پهرياڻ پاڻ چيائين ته مون لاءِ صفحا چڏجو ته مان لکندس ۽ پوءِ جڏهن ڪتاب تيار ڪري ڪيس ڏَمي پهچائي وئي ته پاڻ واعدو ڪيائين ته اڄ رات ئي لکي ٻي ڏينهن واپس ڪندس. ٻي ڏينهن جڏهن مان سندس آفيس ويس ته سندس پٽ هُن سان ٽيليفون تي گهر ڳالهايو ته ناز آيو آهي، آن سان ڳالهايو. پاڻ کيس چيائين: 'ناز کي چئو ته هينئر مان ٿڪڙو آهيان. ٻئي دفعي اچي.' پندرهن ڏينهن کان پوءِ ويس ته پاڻ معذرت ڏيکاريائين ته ڪجهه ڏينهن ڏيو. ضرور لکندس. جڏهن وري ٻين پندرهن ڏينهن کان پوءِ ويس ته صاحب آفيس ۾ ويٺو هو. مون کي اول چيائين:

'يار، اوهان وارو ڪم اچا ڪونه ڪيو اٿم. خير ويهو ته لکي ٿو ڏيانو.' ڪلاڪ کن ڪتاب پڙهي چوڻ لڳو: 'بلغاريا مان هاڻي گهٽ ۾ گهٽ وارو دور پيو بدلجي. انشاالله جمهوريت اچي بلغاريا جي مهمان ٿيندي. ايتري تائين مون کي مهلت ڏيو ۽ ڪتاب رکي ڇڏيو!'

منهنجو هٿ هڪدم پنهنجي ٻچي ڏاڙهي تي هليو ويو ۽ خيال ڪيم ته قبر تائين مان ٻچي نه رهندس. پوءِ وري پاڻ تي ڪيلڻ لڳس ته نه رڳو مون کي پر هر ٻچيءَ کي قبر تائين، سندس مڪمل ڏاڙهيءَ اچڻ جو آسرو هوندو آهي!

پڙهندڙ دوست مون کي معاف ڪن جو مان ٻه هاڻي سينڌ ۾ مارڻي گهاڻڻ لڳو آهيان.

سن، ضلعو دادو سنڌ — ناز سنائي

١٧- سيپٽمبر ١٩٨٤ع

# تعارف

ناز سنائي، هڪ چرندڙ پرندڙ تاريخ جو نانءُ آهي، ناز ڪڏهن پورهيت جي روپ ۾ سن جي ويران اسٽيشن تي چولا وڪڻندي نظر ٿو اچي ته ڪڏهن ٽڪنڪيءَ جي صليب تي ڪنهن بي ڏوهي وجود جيان نظر ٿو اچي، گان جو هيءُ ننڍڙو پوچاري ورهين کان دکيل چٽنگ هٿ ۾ کڻي ڌرتيءَ جي ڪاري رات اونداهيءَ ۾ ڪنهن ٽانڊاڻي جيان ڏيئي جي روشن لاٽ هٿ ۾ کڻي در در گهر گهر روشنيءَ جو نياپو پهچائيندو رهيو آهي. مون ناز کي انتها پسند قومپرست جي روپ ۾ به ڏٺو آهي ته هڪ سچي انسان دوست جي روپ ۾ به....!! ناز هر وک تي سچ ۽ حق جي وات وٺي اڳتي وڌيو آهي. رستو ملي اچي پيرن هيٺان پاڻ ناهي لتاڙيو پر پنهنجي اندر جي اڏولتا سان انهن ڪنڊاون پيچرن کي لتاڙيو پوندو آهي ۽ ناز جا پير لڦون تي ويا آهن پر ٿڪو اڃان به ناهي. پنهنجي منزل ۽ مقصد جي تڙپ هن کي ڪڏهن به سڪ سان ويهڻ ناهي ڏنو. مون کي ويئل به وکون کڻندي نظر ايندو آهي.

ويئي ور نه پون ستي ملن نه سپرين
جي متي رندن رون ساجن ملي تن کي!! (شاهه)

نــاز سان چاڻ سڃاڻ ۽ واقفيت ڪئي، ڪيترن ته ڪڏهن ٿي، ذهن تي زور ڏيڻ سان به ڪو ڪڙ تيل ڪونه ٿو نڪري، جيتريقدر مونکي ياد ٿو پوي ته عارف برقي پريس تي ٻن سانگهڙ جي دوستن ڪي مولوي عبدالواحد آريسر سان ملائڻ آيو هــو. ان وقت ان پريس تي آريسر جو ڪتاب "جيئيم سيد" پئي ڇپبو، شايد اهو ٧٦-١٩٧٥ع جو دؤر هو.

ان دؤر ۾ مولا بخش ڪوسي (وڪيل) طرفان بسنت هال ۾ شاھ لطيف ڏينهن ملهايو پئي ويو، جنهن جي صدارت سنڌ جي عظيم مفڪر سائين جيئيم سيد جي فــرزند امداد محمد شاھ پئي ڪئي ۽ خاص مهمان سنڌ جو ابوالڪلام جناب حفيظ قريشي هو، اتي پڻ ناز سنائيءَ مولوي عبدالواحد آريسر سان گڏجي آيو هو، بدقسمتي سان ان لطيف ڏينهن جو اسٽيج سيڪريٽري مان هوس ۽ ناز سنائي کي تقرير ڪرڻ نه ڏني هئم ۽ ان سبب ڪري تقرير لاءِ سڏايل مولوي آريسر به تقرير ڪرڻ نه آيو هو، ناز سان ٻي ملاقات اتي ٿي.

وري جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شيخ مجيب جي ورسيءَ تي نــاز جي تقرير ٻڌم تڏهن پڇتايو هوم تــه جيڪر ههڙي ڀاوڙ مقرر کي بسنت هال ۾ به موقعو ڏجي ها. ڇو ته ان ڏينهن ناز، شيخ مجيب جي زندگي ۽ سياسي ڪارنامن تي ڀرپور انداز سان ڳالهايو هو، شايد ان جو سبب هي هو ته ناز اسان جي ڌيءَ ۾ ڀهريون

نوجوان آهي، جيڪو شيخ مجيب سان نواب شاهه ۾ مليو هو.

ناز عمر جي لحاظ کان تمام ننڍو آهي پر عمل جي لحاظ کان اسان جي ٽهيءَ ۾ تمام قد آور ۽ وڏو آهي. ان جو سبب ننڍي هوندي کان سنڌ جي عظيم مفڪر سائين جي ايم سيد سان سنڌس ويجهڙائيءَ ۽ قرب رهيو آهي. چائو ته سن ۾ آهي پر پليو نپنو ۽ وڏو، سائين جي اکين آڏو ٿيو آهي. سن نه هجي ها ته سنڌ اونداهي هجي ها، سن نه هجي ها ته سنڌ مٿان ڪوبه سج روشني نه ڪري سگهي ۽ ناز ان سج کان ٽٽل هڪ ڪرڻو سهي پر اونداهيءَ ۾ روشن لاٽ ضرور آهي. هڪ ڏيئو، جنهن کي ڪوبه طوفان وسائڻ جي طاقت نه رکندو هجي. ۽ هن پنهنجي رت کي تيل بڻائي ڏيئو روشن رکيو آهي.

شخصيتون ناز جو پسنديده موضوع رهيو آهي. "ماڻهو ڪاهوڙي هليا" ۾ سنڌ جون شخصيتون ۽ هاڻي بلغاريا جي اڏول انسان ديمتروف جي شخصيت تي هڪ هيڏو سارو ڪتاب لکڻ سندس عملي جدوجهد جو وڏو ثبوت آهي. ترجمي جي ٻولي مان ائين ٿو لڳي ته ڄڻ هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ئي لکيو ويو آهي. ترجمي ۾ سنجيدگيءَ واري پهلو کي آخر تائين هيڏي وڏي ماڻهو جي سوچن ۽ خيالن سان انصاف ڪرڻ ۾ ناز ڪابه ڪسر ناهي ڇڏي. ديمتروف اهو شخص هو جنهن کي

لينن به پنهنجا مضمون ۽ ڪتاب ڏسڻ لاءِ ڏيندو هو جيئن هو صلاح مشورا ڏئي سگهي. ان شخص جي ويچارن ۽ سوچن سان انصاف ڪري نـاز ثابت ڪيو آهي تـه هو ڪوبه اهم ۽ وڏو ڪم هٿ ۾ ڪڻي ان سان مڪمل انصاف ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو.

جارجي ديمتروف :- ديمتروف بلغاريا جو اهو اڏول ۽ ارڏو انسان هو، جنهن هڪ انقلابي گهراڻي ۾ جنم ورتو ۽ جنهن کي هڪ انقلابي پورهيت ماءُ پنهنجي ٻنيءَ ۾ پورهيو ڪندي جنم ڏنو. هي ڀهريون انقلابي اڳواڻ آهي جنهن پورهئي ۽ ٻنيءَ جي هنج ۾ جنم ورتو. ۽ دنيا جي پورهيتن ۽ ڌرتيءَ سان پيار جي ڏوهه ۾ سڄي زندگي عـذاب سهندو رهيو. انقلابي گهراڻو ان ڪري لکيم ڇو تـه ديمتروف جي ماءُ مارڪسزم ۽ لينزم جي چاڙو هئي. سندس پيا ٽي پائر انقلابي راهن ۾ عملي جدوجهد جي ڏوهه ۾ ماريا ويا، سندس هڪ ڀيڻ انقلابي عمل ۾ جلاوطن ڪري ماري وئي. سندس وڏو ڀاءُ "قسطنطنين" جنگ جي ميدان تي هڪ سازش تحت ماريو ويو، اڄ پنهنجي ئي بلغاريائي ڌرتي تي سندس قبر جو آخري نشان به موجود ناهي. سندس ٻيو ڀاءُ "نڪولا" روس ۾ زارشاهي جي پاليل وحشي ڪتن هٿان، پرديس ۾ غيرقانوني طور ڪم ڪرڻ جي ڏوهه ۾ ڀهريون سائبيريا ۾ جلاوطن ڪيو ويو ۽ آخرڪار ماريو ويو، سندس ٽيون ڀاءُ "ٽودر" پڻ صوفيا پبلڪ سڪيورٽيءَ

جي محڪمي جي عمارت ۾ قتل ڪيو ويو ۽ سندس پيڻ ”لينا“ جيڪا ينگ ڪميونسٽ ليگ مان ترقي ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مجاهد بڻجي وئي ۽ پيائرن جي موت کان پوءِ روپوش ٿي وئي ۽ ان روپوشيءَ جي دؤر ۾ پنهنجي پاڻ ڊيمروف کي نازي جرمني طرفان مڙهيل ڪوڙي ”ريشتاغ باهه ڪيس“ کان دنيا وارن کي آگاهه ڪيو ۽ ثابت ڪيو ته اهو ڪيس نگيءَ جي ناهه کان سواءِ ڪابه اهميت نٿو رکي، ان سلسلي ۾ هوءَ فرانس، بيلجم، ڊينمارڪ، سئٽزرلينڊ به وئي.

پورهئي جي هنج ۾ جنم وٺندڙ هي نوجوان ڪنهن وڏيري، ڪنهن سرمائيدار جي پٽ وانگر ڪنهن وڏي اسڪول ۾ نه پڙهي سگهيو. هو ان اسڪول ۾ پڙهيو جنهن ۾ بک، بيروزگاري، جهالت ۽ قرابت کان سواءِ ڪجهه به نه هو. هن کي گهر گهر ۽ گهٽي گهٽي هڪ اهڙو اسڪول نظر آيو جنهن ۾ هن ذاتي تجزيا ڪيا، ماڻهن کي ڏکن سورن، اهنجن ايذائن ۾ ڏٺو. هن ڪتاب جا ٽائيٽل پڙهڻ بجاءِ ماڻهن جا چهرا پڙهيا. لفظن کي پڙهڻ بجاءِ ماڻهن جي اندر جي زخمن ۽ گهاون کي پڙهيو. هو پهريون هڪ پريس ۾ ڪمپازيٽر ٿيو. دوستن وٽان ٿي ٿورو پڙهڻ سکيو هو. پريس ۾ نوڪري ڪرڻ ڪري اتي ڇپجندڙ وڏن ليکڪن جا ليک ڪمپوز ڪرڻ کان اڳ پڙهي ڏسندو هو ۽ ان مان خاص ۽ چونڊ گفتا ڳالهيون پنهنجي ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪندو ويندو هو. ۽

اُهين ڏي هو پاڻ به وڏو ڏاهو، مفڪر ۽ اديب بڻجي ويو. هن ڪافي سٺن ڪتابن جو مطالعو پڻ ڪيو جهڙوڪ ”تاريخ جو وحدتي نظريو“، جرمن فلسفي بوچنر جو ڪتاب ”مادي فلسفو“، مارڪس اينگلس جو ”ڪميونسٽ پڌرنامو“ ۽ مارڪس جو جڳ مشهور ڪتاب ”داس ڪيپيٽال“.

ڪوبه نظريو برو ناهي هوندو، پر جڏهن ڪنهن نظريي کي برا ماڻهو ملندا آهن ته اهو نظريو به برو ليکيو ويندو آهي. اڻ ڄاڻ، ناسمجهه ۽ نڪما ماڻهو نظرين جي برائيءَ جو سبب بڻيا آهن. ۽ ڪوبه نظريو هر ڏي وقت مختلف هنڌن ۽ مختلف حالتن ۾ ڪامياب ٿي ناهي سگهندو. روس ۾ مزدورن ۽ پورهيتن (پرولتاريا) انقلاب آندو. چين ۾ اهڙو ڏي انقلاب هارين آندو. ۽ سياسي ڏرمنالاجي ۾ هارين کي پرولتاريه نٿو چئي سگهجي، پر مختلف روپ يا مختلف حالتن ۾ ڏي سهي انقلاب آيو ضرور — جو اين لاءِ جي چواڻي ته ”قومون آزادي چاهينديون آهن ۽ عوام انقلاب.“ ۽ مائوءَ وڏي واڪ چيو هو ته ”اسان جو انقلاب مارڪسزم - لينزم جي نظريي تحت آيو آهي.“ قومن جي ڦرلٽ ۽ طبقن جي ڦرلٽ ۾ زمين آسمان جيترو فرق آهي. اسان جي ڌرتيءَ جو ڪميونسٽ ته مارڪسزم ۽ لينزم کي پنهنجي ذاتي مرضي ۽ خواهش پٽاندڙ استعمال ڪرڻ ٿو چاهي.

ڊيمتروف ڌارين ڦورو ۽ استحصالي قوتن جي سختيءَ
سان مخالفت ڪئي آهي. جڏهن ڦورو قوتن ”ريشتاغ
باهه ڪيس“ هلندي ڊيمتروف کي هڪ شاهد، ”بلقان
جزيري جو جٽ، جاهل ۽ غيرمهذب بلغاريائي“ ڪوٺيو.
تڏهن ڊيمتروف جي قومي غيرت جوش ۾ آئي ۽ اتي ئي
جواب ڏنائين، ”تہ مان ان قسم جون توهين آميز ڳاريون
ٻڌي خاموش ويهي نٿو سگهان.“ مان وڏي واڪي چوان
ٿو تہ ”بلغاريائي تهذيب، ٻولي ۽ تاريخ يورپ جي
ڪيترن ئي ملڪن جي تهذيب کان وڌيڪ شاندار ۽
عظيم آهي. اسان جا ماڻهو، يورپ جي ڪنهن بہ ملڪ
جي ماڻهن کان گهٽ ناهن. اسان جي بلغاريائي عوام جي
سياسي جدوجهد ۽ شعور ڪنهن بہ ٻئي ملڪ جي سياسي
شعور، جوش ۽ جذبي کان ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ
ناهي. بلغاريائي قوم پورن پنج سؤ سالن کان ڌارين
جي غلام رهڻ کان پوءِ بہ پنهنجي قومي ۽ مادري
ٻولي وساري نہ سگهي آهي ۽ نہ ئي هنن پنهنجي قومي
۽ تهذيبي روايتن کي ڇڏيو آهي. بلغاريائي فسطائيت
خلاف وڙهي رهيا آهن اهي ڪڏهن بہ جاهل ۽ وحشي
ٿي نٿا سگهن. پر ٻئي طرف جرمن پنهنجي مادري ٻوليءَ
بجاءِ لاطيني ٻولي ۾ لکندا پڙهندا ۽ پڙهائيندا هئا. هو
پنهنجي ٻولي لکندي پڙهندي يا ڳالهائيندي شرم محسوس
ڪندا هئا. جيئن اڄ هتي ڪي قومون پنهنجي مادري
ٻوليءَ بجاءِ ڌاري ٻوليءَ کي پنهنجو بڻائي ويٺا آهن.

پر ديمتروف لکيو ته، ”ان هوندي به مان بلغاريائي هجڻ تي ڪوبه شرم محسوس ڪونه ٿو ڪريان.“

”جيها سي تيها مارو مون مڇيا.“

يا

”ايءَ نه مارن ريت جو سيڻ مٽائن سون تي،
اڇيو عمرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪانه ڪريت،
پکن جي پريت ماڙيئن مور نه مٽيان.“
(شاهه)

’منصور‘ قادر جوڻيجو
سنڌ يونيورسٽي

# بلغاريا جي پورهيتن جو عظيم اڳواڻ

[پڇيو جن پرو، گنجي ڏونگر گام جو،
چڙي ڪيئن ڪرو، لوچي لاهوتي ٿيا.]
(شاهه)

جارجي ديمتروف – (Georji Dimitrov) جهڙو عالمي شهرت جو مالڪ اڳواڻ بلغاريه جي پوري تاريخ ۾ نٿو ملي. پوري دنيا جي عوام ۾ جيڪا مقبوليت ان کي حاصل ٿي آهي ڪنهن ٻئي اڳواڻ کي حاصل نه ٿي سگهي آهي. ان جي پنجاهه سالن جي طوفاني جدوجهد ۾ ان جو قريبي دوست ۽ ساٿي واسل ڪولاروف – (Vassil Kolarov) ۱۸۷۷ کان ۱۹۵۰ع تائين چوي ٿو:

'سڀئي پورهيت ماڻهو ۽ ترقي پسند نظرين جا حامي جيڪي عوام جي فتح، جمهوريت ۽ آزاديءَ ۾ يقين رکن ٿا ۽ فسطائيت ۽ رجعت پسنديءَ جا مخالف آهن ۽ اهي ماڻهو جن کي يقين آهي ته آزادي ۽ جمهوريت کي سوب حاصل ٿيندي ۽ عالمي جنگ جون تياريون ڪرڻ وارا ختم ٿي ويندا، اهي سڀ ماڻهو بلغاريه جي هن عظيم فرزند ديمتروف سان والهانه محبت ۽ عقيدت رکن ٿا. ان ڪري جو هيءُ پهريون ماڻهو آهي،

جنهن نازين جي ڏوهن خلاف ٽينڊز جدوجهد ۾ عظيم فتح ۽ شاندار ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. هيءَ فتح ۽ ڪاميابي، گمراهه ماڻهن جي منهن تي هڪ ڀرپور چماٽ هئي. هيءَ ڪاميابي ان نازڪ دور ۾ حاصل ٿي هئي، جيڪو فسطائيت جي عروج جو دور هو. فسطائيت وبائي مرض جي شڪل اختيار ڪري چڪي هئي ۽ جرمن حڪمران پنهنجي مادي قوت جي ڏيءَ تي پوري يورپ کي ڪچلڻ جون تدبيرون سوچي رهيا هئا. ديمتروف آزادي ۽ جمهوريت جي انهن حقيقي دشمنن جي خلاف عملي جدوجهد جو مظاهرو ڪيو. هن عوام دوست، آزادي-پسند ۽ جمهوريت نواز طاقتن کي بروقت خبردار ڪري متحد ڪيو. هن آزاديءَ جي جنگ، وڙهي ۽ فتح حاصل ڪئي. هيءُ نه رڳو آزادي پسندن ۽ پورهيتن جو محبوب اڳواڻ هو پر دشمن به اُن جي عزت ۽ احترام ڪرڻ لاءِ مجبور هئا.'

ديمتروف جي عالمي شهرت ۽ مقبوليت جو وڏو سبب ريشتاغ کي باهه لڳائڻ وارو ڪيس آهي. جيڪو ان جي خلاف ١٩٣٣ع ۾ جرمنيءَ جي نازي ليڊرن هلايو هو. اُن ڪيس جو مقصد سوشلزم ۽ ڪميونزم لاءِ ٽينڊز ڪوشش ۽ جدوجهد کي ناڪام بنائڻ هو. جرمنيءَ جو نازي ليڊر هٽلر ۽ ان جا ساٿي مٿس ڪيس هلائي هن کي موت جي سزا ڏيڻ جا خواهشمند هئا.

ريشتاغ باهہ ڪيس جي عدالتي ڪاروائي دوران ديمتروف جي حيثيت دوستن ۽ دشمنن سڀني تي واضح هئي ۽ هرڪنهن اعتراف ڪري ورتو تہ ديمتروف ۾ عوامي اڳواڻ جون سڀئي صلاحيتون موجود آهن. ديمتروف جي خلاف عدالتي ڪاروائي جرمنيءَ جي شهر 'ليپ زيگ' ۾ ٿي هئي ۽ ڪاروائي دوران سڄي دنيا جي عوام جون نگاهون ليپ زيگ تي ڄميل هيون. دنيا جي دور دراز علائقن ۾ وسندڙ انسانن جو ڌيان ۽ دليون جون ڌڙڪنون ڪيس جي ڪاروائي سان گڏ هيون ۽ ان نموني ديمتروف بلغاريہ جي عوام جي شهرت ۽ نالي ۾ بي بها واڌارو ڪيو.

ديمتروف 'ليپ زيگ' جي عدالت ۾ نهايت فخر ۽ جرئت سان چيو هو تہ: 'مان پورهيت طبقي جو فرزند آهيان- ۽ مان ان طبقي سان واسطو رکندو آهيان. منهنجو طبقو سڄي دنيا جي انسانن کي پوريان پساهہ ڪٽيندڙ طبقاتي معاشري کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ تاريخي ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. پورهيت طبقو ئي عوام کي ڇوٽڪارو ڏياريندڙ آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءُ طبقو عالمي امن، جمهوريت ۽ سوشلزم لاءِ جدوجهد ڪندڙ تحريڪ جو مهاڙي دستو آهي'.

ديمتروف جرمنيءَ جي نازي عدالت ۾ وڏي فخر سان زوردار لفظن ۾ چيو تہ:

’مان بلغاريہ جي پورهيت طبقي جو فرزند آهيان ۽ مون کي پنهنجي ان حيثيت تي فخر آهي‘ — ان موقعي تي هُن بلغاريہ ۾ رهندڙ عوام جي قومي وقار ۽ عزت جو پوري طرح بچاءُ ڪيو ۽ جرمنن جي ڳالهائڻ واري انداز تي اعتراض ڪندي چيو تہ: ’منهنجي باري ۾ چيو ويو آهي تہ هي شخص بلقان جي جزيري جو جٽ، جاهل ۽ غيرمهذب بلغاريائي آهي. ۽ مان ان قسم جون توهين واريون ڳالهيون ٻڌي خاموش نٿو رهي سگهان‘.

اهو صحيح آهي تہ بلغاريہ جي فسطائي حڪومت وحشيت ۽ بربريت جو نمونو آهي پر بلغاريہ جو پورهيت طبقو يعني هاري، مزور ۽ دانشور وحشي، جاهل ۽ جٽ نہ آهن. اهو صحيح آهي تہ بلقان جي جزيري جي تهذيب يورپ جي مختلف ملڪن جي تهذيبن جي مقابلي ۾ وڌيڪ شاندار ناهي. پر روحاني ۽ سياسي اعتبار کان اسان جو عوام يورپ جي ڪنهن بہ ملڪ جي عوام کان گهٽ يا پوئتي پيل ناهي. ۽ اسان جي بلغاريائي عوام جي سياسي جدوجهد ۽ جوش جذبو ڪنهن ٻئي ملڪ جي سياسي شعور ۽ جوش جذبي کان گهٽ ناهي. بلغاريائي عوام پورن پنج سؤ سالن تائين ڌارين قومن جو غلام رهڻ کان پوءِ بہ پنهنجي قومي زبان نہ

وساري ۽ نہ هنن پنهنجي قومي روايتن کي ڇڏيو. جيڪي بلغاريائي پورهيت ۽ هاري، فسطائيت جي خلاف وڙهي رهيا آهن. اهي جاهل، ڇٽ يا وحشي ٿي نٿا سگهن'.

ڪيترو وقت اڳي جرمنيءَ جي بادشاهہ ڪارل پنجين چيو هو تہ: 'جيڪو شخص رڳو جرمن زبان ڳالهائي ٿو، اهو گهوڙن جي رکواليءَ لاءِ آهي'. ان زماني جا ماڻهو رڳو لاطينيءَ ۾ لکندا پڙهندا هئا. انهن وٽ جرمني زبان ڳالهائڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ شرم جي ڳالهہ هوندي هئي. جن ڏينهن ۾ جرمنيءَ جي عوام جي ذهني پستيءَ جو اهو عالم هو جو انهن کي مادري زبان ڳالهائيندي بہ شرم محسوس ٿيندو هو. انهن ڏينهن ۾ اسان جا بلغاريائي نوجوان جن کي اڄ وحشي ۽ ڇٽ' چيو ٿو وڃي آهي پنهنجي ملڪي ۽ قومي ثقافت، تهذيب ۽ رسم الخط جي اشاعت ۾ مصروف هئا'

"بلغاريائي عوام پوري طاقت، جوش ۽ استقلال سان غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو مان پنهنجي عوام تي وحشيت ۽ بربريت جي الزام جي ترديد ڪريان ٿو ۽ ان الزام لڳائڻ جي خلاف شديد احتجاج ڪريان ٿو ۽ مون کي قطعاً ڪوبہ اهڙو سبب نظر نہ ٿو اچي تہ مان پنهنجي بلغاريائي هجڻ تي ندامت محسوس ڪريان!"[١٤]

ريشتاغ باھہ ڪيس جي ڪاروائيءَ دوران ديمتروف جڏھن اھو پرجوش بيان ڏئي رھيو ھو تہ ان وقت ھُن جي عمر پنجاھہ سال ھئي. جارجي ديمتروف جي ڄمڻ جي تاريخ ١٨- جون ١٨٨٢ع ۽ وفات جي تاريخ جولاءِ ١٩٤٩ع آھي. ھُن جو پيءُ ١٩١٣ع ۾ مري ويو ھو. جنھن ھڪ ننڍي ۽ معمولي دستڪار جي حيثيت سان ڪم شروع ڪيو ۽ تمام جلد وڏو ڪاريگر بڻجي ويو. ھو پنھنجي نمايان ڪردار جي ڪري پنھنجي آسپاس جي عوام ۾ عزت ۽ احترام وارن نظرن سان ڏٺو ويندو ھو. ھُن پنھنجي پٽ ڪان، جيڪو ننڍپڻ کان ئي انقلاب جي راھہ تي ھلي رھيو ھو، انقلابي نظريا سکيا ھئا ۽ ساري عمر پنھنجي ٻارن جي، ھڪ انقلاب پسند پيءُ جي حيثيت سان مدد ڪندو رھيو. ان نموني ديمتروف جي ماءُ بہ پنھنجي ٻارن جي انقلاب- پسند پيءَ ۾ انھن جي مددگار ثابت ٿيندي رھي.

تنھن عشق کي شاباس، جنھن محبتي ميڙيا.

ديمتروف جي ماءُ ننڍپڻ کان مشڪلاتن ۽ ڏکين حالتن جو شڪار ٿيندي پئي آئي. ھن کي پنھنجي ننڍپڻ جو اھو بدترين دور ياد ھو جنھن ۾ ھوءَ ٻين ھزارين بدنصيب ٻارن سان گڏ غربت ۽ مسڪينيءَ جو شڪار ھئي. ھُن انـن سالن جي ڄمار ۾ ڄاڻي ورتو ھو تہ ٻارن جي محنت جي استحصال جو مفھوم ڇا آھي؟

هوءَ ۽ ان جا ساٿي ٻار صبح سويري کان شام، گذرڻ تائين ڳوٺ جي سفيدپوشن جي خدمت تي مجبور ڪيا ويندا هئا. هوءَ هارياڻيءَ جي حيثيت سان ڪم ڪندي رهندي هئي ۽ هن جو ڀهريون پٽ جارجي اسپتال ۾ نه پر ٻنيءَ ۾ پيدا ٿيو هو. هڪ هاريءَ کهرن هٿن سان ڦاٽل پراڻن ڪپڙن ۾ ويڙهي ان کي زمين تي رکي ڇڏيو هو. اهو ئي ٻنيءَ ۾ ڄمڻ وارو ٻار هو جيڪو ماءُ جي آخري وقت تائين ان جي ڏک سور ۾ شريڪ رهيو ـــ!!

ديمتروف جي ٻاهتر سالن جي پوڙهي ماءُ ريشتاغ باهه ڪيس جي ڪاروائيءَ وقت پنهنجي پٽ سان عدالت ۾ بيٺل هئي ۽ نام نهاد عدالت جي ڪاروائي ٻڌي رهي هئي ـ

هزارن ورڪرن پيرس ۾ ديمتروف جي حق ۾ جيڪي مظاهرا ڪيا، هن جي پوڙهي ماءُ، انهن مظاهرن ۾ شريڪ رهي. ماڻهن ان کي برلن جي گهٽين ۾ ڏٺو، ان کي ليپ زيگ ۾ ڏٺو. ۽ ڏٺو ته ٻاهتر سالن جي پوڙهي ماءُ عدالت کي درخواست ڪري رهي آهي ته هن کي پنهنجي قيدي پٽ سان ملڻ جي اجازت ڏني وڃي. ماڻهن هن کي قيدخاني جي دروازي تي پٽ جي ملاقات جي اوسيئڙي ۾ ڏٺو. ماڻهن ڏٺو ته هڪ ننڍڙي قد جي ڪمزور عورت آهي، جنهن کي ڪاري چادر اوڍيل آهي- جيڪا هڪ اهڙي ماءُ آهي جنهن انقلاب لاءِ وڙهڻ واري هڪ

نسل کي پروان چڙهايو آهي. هُن پنهنجي هٿن سان محنت ۽ مزوري ڪئي آهي. هن جي چهري تي گهرا گهرا دل تي نقش ثي ويندڙ گهُنج آهن. جن ماڻهن ان کي ڏٺو آهي آهي ان جي شڪل کي ڪڏهن به وساري نٿا سگهن.

هيءَ پاهتر سالن جي پوڙهي عورت بلغاريه جي ڏورانهين علائقي کان هتي ليپ زيگ ۾ پنهنجي پٽ جي مدد لاءِ آئي هئي. جنهن جي ڪنڌ تي فسطائي جلاد بيٺا هئا. هن پنهنجي پٽ جي مدد ڪرڻ ثي چاهي پوءِ پلي آها معمولي ڏي چو نه هجي. هيءَ پنهنجي پٽ کان ڏهن سالن تائين جدا رهڻ کان پوءِ ان کي ڏسڻ آئي هئي ۽ ان کي ڊپ هو ته ان جو هيءُ پٽ به پين پارن جيان نه ماريو وڃي. هُن جا ٿي پٽ پهريائين ماريا ويا هئا.

هُن جو پهريون شهيد ٿيڻ وارو پٽ قسطنطين هو. هي صوفيا جي پرنٽرز ٽريڊ يونين جو سيڪريٽري هو. ان کي ١٩١٢-١٣ع جي لڙائيءَ ۾ هڪ سازش تحت چاڻي پڃهي اگهين مورچن ۾ موڪليو ويو هو. جتي هو ماريو ويو ۽ ان جي قبر جو به ڪنهن کي علم ناهي.

ان پاهتر سالن جي پوڙهي عورت جو پيو پٽ جنهن انقلاب جي راهه ۾ جان ڏني اهو نڪولا هو. هي ١٩٠٥ع ۾ انقلاب لاءِ وڙهڻ وارن سان مدد ۾ روس ويو هو. هن هڪ مخاص پورهيت هئڻ جي حيثيت

۾ پنهنجون خدمتون انهن پورهيتن ۽ پرولتارين جي حوالي ڪري ڇڏيون هيون جيڪي روس جي بيلغام بادشاهه زار جي خلاف وڙهي رهيا هئا. نڪولا روس وچي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو هو. ١٩٠٨ع ۾ زار جي پوليس هن کي هڪ غيرقانوني پريس ۾ ڪم ڪرڻ جي ڏوهه ۾ قابو ڪري ورتو ۽ ان کي عمر قيد جي سزا ڏياري سائبيريا موڪليو ويو، جتي ١٩١٧ع ۾ ماريو ويو.

هن جو ٽيون پٽ ٿودر ١٩٢٥ع ۾ صوفيا پبلڪ سيڪورٽي جي محڪمي جي عمارت ۾ قتل ڪيو ويو هو. ١٩٢٤ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان واسطو رکڻ وارن ٻين ماڻهن جيان هيءُ به روپوش ٿي ويو هو. پوليس ان جي ڳولا ۾ هئي ۽ هيءُ باوجود ڏکين حالتن جي به زيرزمين انقلابي سرگرمين ۾ مصروف رهيو. آخر پوليس ان کي گرفتار ڪري ورتو. پڇاڳاڇا دوران ان کي ايتريقدر تشديد ايذاءَ ڏنا ويا جو هو مري ويو. هن جان ڏئي ڇڏي پر پوليس جي بدترين تشدد جي باوجود پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن مان ڪنهن به هڪ انقلابيءَ جي باري ۾ پوليس کي هڪ اکر به نه ٻڌايو.

جـي لـوڻ لڱيـن لائـيـن، چيري چيري چمُ،
مون ڪنُ اڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪمُ،
جان جان دعويٰ دمُ، تان تان پرت پنهوار سين.
(شاهه)

ان ڏارين ڏرتيءَ جرمنيءَ ۾ هوءَ ڏسندي هئي ته هن جو پٽ هڪ گهٽيءَ کان ايندو هو ۽ غيرقانوني مواد جو هڪ بنڊل ماءُ جي حوالي ڪندو هو ۽ چوندو هو 'جيجي امان! هن کي مون واري ڪيسي ۾ وجهي ڇڏ.' ماءُ هڪ وڏو جبو اوڍيندي هئي، جيڪو زمين تي گهلبو رهندو هو. ان جي اندرئين پاسي هُن ٻه ڪيسا سبائي ڇڏيا هئا. هڪ ڪيسو پٽ لاءِ ۽ ٻيو پنهنجي ننڍي ڌيءَ لينا جي لاءِ جيڪا 'ڪومسومول' (نوجوانن جي ڪميونسٽ ليگ) جي ڪارڪن هئي. ماءُ ٻنهي ڪيسن جي امتياز ۾ فرق ڪرڻ ۾ ڪڏهن به غلطي نه ڪئي هئي. آها ڪڏهن به نه پڇيو هئي ته پٽ جو ڪيسو ڪهڙو آهي ۽ ڌيءَ جو ڪهڙو؟ پر جنهن منحوس ڏينهن ٿوبر گهٽيءَ ۾ پڪڙيو ويو هو، اُن ڏينهن پنهنجي ماءُ کي هو دٽ نه ڪري سگهيو ۽ نه ماءُ پنهنجي پٽ جي ڪا مدد ڪري سگهي.

ٿوبر جي گرفتار ٿي وڃڻ کان پوءِ هُن جي ماءُ ان کي ڏسي نه سگهي. جن ماڻهن ان کي گرفتار ڪيو هو، انهن کان گهڻو ڪجهه پڇيائين پر ڪيس پنهنجي پٽ جي باري ۾ ڪنهن به نه ٻڌايو. ويندي ان جي قبر جي باري ۾ به نه ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن آهي ته ڪٿي آهي؟ انهن خوفناڪ ڏينهن ۾ پوليس وارا ان کي هڪ ٿاڻي کان ٻئي ٿاڻي تائين پيا گهليندا هئا. هنن چاهيو ٿي ته هن کان 'لينا' جي باري ۾ معلومات حاصل

ڪن ته اُها ڪٿي آهي؟ هو ان کي ڌمڪيون ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته تنهنجو گهرٻار سڀڪجهه تباهه ڪيو ويندو. پر هُن هر ڀيرو جرئت جو مظاهرو ڪيو ۽ پوليس وارن کي چيو: ’توهان سڀڪجهه ڪري سگهو ٿا. توهان منهنجو گهرٻار تباهه ڪري سگهو ٿا. توهان پوري ملڪ بلغاريا کي ڪپائي سگهو ٿا ۽ جيڪو توهين ڪرڻ چاهيو ڪري وٺو. پر مون کي پنهنجو هٿيو نٿا ناهي سگهو.‘

جڏهن ديمتروف جي ماءُ حڪومت ۽ پوليس کي وطن سان غداري ۽ عوام دشمنيءَ جا طعنا ڏيندي هئي ته هو ان کي چڙٻيندا هئا ۽ چپ رهڻ جي تاڪيد ڪندا هئا. هيءَ دانهن ڪري پڇندي هئي ته ’تودر ڪٿي آهي؟ توهين ان کي عدالت ۾ چو پيش نٿا ڪريو؟ توهان گهڻ عمر وارن نوجوانن کي چو ٿا قتل ڪريو؟ جواب ڏيو. ائين چو ٿا ڪريو؟‘

پوليس وارن تودر کي عدالت ۾ نه آندو. هُنن پين گهڻن ٻي انقلابين جيان ان کي به سزائون ۽ ايذاءَ ڏئي ماري ڇڏيو هو ۽ تودر کي ماري ڇڏڻ کان پوءِ هن جي پيڻ لينا جي گولا ۾ هئا. غم جي شدت ۽ جذبات ۾ حواس وڃائي، ماءُ پوليس جي ايجنٽن کي چيو: ’توهين جيڪو چاهيو ڪري وٺو. منهنجي ڌيءَ لينا توهان کي نه ملندي. جنهن نموني جارجي توهان کي نه مليو. ۽ جيڪڏهن توهان کي هوءَ ملي به وئي ته تودر جيان

اها به خاموش رهندي ۽ توهان کي توهان جي مطلب جي ڪابه ڳالهه نه ٻڌائيندي.' ماءُ هي سڀ ڳالهيون جذبات ۾ اچي چوندي هئي نه ته حقيقت هيءَ هئي ته ڪيس به پنهنجي ڌيءَ ليمنا جي باري ۾ ڪجهه علم نه هو ته هوءَ ڪٿي آهي. ملڪ جي اندر آهي يا سرحد پار ڪري هلي وئي آهي.

ڏک ۽ غم ۾ ٻيڙيل ماءُ ٻين ڪيترين ڏکي عورتن سان گڏ جن جي جگر جا ٽڪرا ان جدوجهد ۾ وڃائجي ويا هئا، قبرستان وئي ته جيئن اتي هوءَ پنهنجي پٽ جي قبر ڳولي سگهي. جڏهن ماڻرون، زالون، ڀيڻرون ۽ ٻار قتل عام جو شڪار ٿيل وارن ڪميونسٽن، پورهيتن ۽ هارين لاءِ کوٽيل اجتماعي قبرن تي پهتا ته هن (ديمتروف جي ماءُ) روئڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ ٻين کي به هر ممڪن تسلي ڏني. ان وقت هيءَ عورت ٻين لاءِ همت ۽ استقلال جو نمونو بڻيل هئي ۽ جنهن عظيم مقصد لاءِ هُن جا ٻار هڪ ٻئي پٺيان قربان ٿي ويا هئا انهن سان وفاداريءَ جو مجسمو بڻيل هئي.

ريشتاغ باهه ڪيس جي موقعي تي هوءَ اهڙيءَ طرح پڇندي رهي جڏهن ان کي پتو لڳي ويا هئا. برلن (جرمنيءَ) پهتي. جيئن پنهنجي پٽ ديمتروف کي هڪ ڀيرو ڏسي سگهي. ان موقعي تي هُن چيو هو:

'يقين ڪريو ته جنهن ڪم لاءِ گهر مان نڪتي آهيان آهو ضرور ڪنديس. جيتوڻيڪ مان ڳوٺاڻي عورت

آهيان پر مان پنهنجي ارادي کان نه هٽنديس. صوفيا، (بلغاريه) ۾ مون کي پوليس جرمنيءَ جي سفارتخاني ۾ وڃڻ جي اجازت نه ڏني، هو مون کي گهٽين ۾ گهليندا رهيا، ان مان انهن جو مقصد جرمنن کي پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏيارڻ هو. يا هنن کي ڊپ هو ته جيڪڏهن مان سفارتخاني جي عمارت ۾ داخل ٿيس ته ان کي باهه لڳائي ڇڏيندس. مطلب ته هنن مون تي بي‌پناهه ظلم ڪيا. مون کي رُسوا ڪيو ۽ ڏاڍو ستايو. پر هي ظلم منهنجي حق ۾ فائديمند ثابت ٿيا. عوام پوليس جي رويي خلاف احتجاج ڪيو ۽ ان نموني، مان ۽ ڪجهه ٻيون عورتون پنهنجي ارادن ۾ ڪامياب ٿي ويونسين.'

ديمتروف جي خلاف جرمن عدالت ۾ ڪيس جي ڪاروائيءَ دوران ان پوڙهي عورت، پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺو ته ڪهڙي نموني پوري دنيا جا مزور ۽ پورهيت عوام پنهنجي هن عظيم مجاهد ديمتروف کي نازين جي جبر ۽ استبداد کان بچائڻ لاءِ وڙهي رهيا آهن. هُن پئرس ۾ ٿيندڙ عظيم اجتماعن ۾ شرڪت ڪئي ۽ جنهن ڪٿي جلسن ۾ هوءَ اسٽيج تي سامهون آئي ته ماڻهن ۾ بي پناهه جوش پکڙجي ويو. هُن جي گهاٽي رنگ جون روشن اکيون، هُن جي پوڙهي چهري ۾ ائين نظر اينديون هيون، ڄڻ پٿر مان تراشي ناهيون ويون هيون — ۽ جڏهن ڪنهن جلسي ۾ هوءَ حاضرين کي خطاب ڪندي

هئي ته عوام ۾ جوش ۽ جذبي جو هڪ سمنڊ ڇوليون هڻي لڳندو هو ۽ ان مان جتي عوام ۾ استبداد جي خلاف نفرت پيدا ٿيندي هئي، اتي هن جي سهڻ جي طاقت وڌي ويندي هئي ۽ ان کي يقين ٿي ويندو هو ته هن جو پٽ ديمتروف بچي ويندو.

هن پيرس ۾ پورهيتن کي خطاب ڪندي چيو هو:
'مان هن وڏي ميڙ ۾ شريڪ ٿي خوش ٿي آهيان. هنن ڏينهن ۾ بلغاريه جا پورهيت عوام هن نموني هڪ جلسي گاهه ۾ گڏ ٿي نٿا سگهن. منهنجي پٽ جارجي پنهنجي زندگيءَ جا پنجتيهه سال پورهيت طبقي جي تحريڪ ۽ خدمت ۾ صرف ڪيا آهن. هو هن قسم جو فسادي ۽ شرپسند ناهي. جيڪو ڪنهن شيءِ کي باهه لڳائي ڇڏي. هو فسطائين جي قبضي ۾ ڦاٿو پيو آهي. مان اوهان ماڻهن کي اپيل ٿي ڪريان ته اوهان ان جي آزاديءَ لاءِ وڙهو ۽ ان ۽ ان سان گڏ ٻين بيگناهه قيدين کي ظالمن کان ڇوٽڪارو ڏياريو.'

هجوم جي پرجوش نعرن ۽ شاباسن کان متاثر ٿي هن پنهنجين ٻنهي ڏيئرن تي نظر وڌي، جيڪي ويجهو ئي بيٺيون هيون. هن جي وڏي ڌيءَ جنهن جو نالو مگدالينا هو. هوءَ پنهنجي پٽ کي جيڪو ينگ ڪميونسٽ ليگ جو ڪارڪن هو، بلغاريه جي قيدخاني ۾ ڇڏي آئي هئي. ان جي پٽ جي عمر ارڙهن سال هئي. اهو هن پوڙهي عورت، ديمتروف جي ماءُ جو ڏهٽو هو ۽ هن جي

ڳهراڻي جو پنجون شخص هو جنهن تي فسطائين حملو ڪيو هو. ان کي فسطائين ڪميونزم جي تبليغ ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ قيد جي سزا ڏني هئي. ان وقت هيءَ پوڙهي ناني پنهنجي ڌيءَ جي باري ۾ خيال به نٿي ڪري سگهي ته ڏهن سالن کان پوءِ ان کي پنهنجي مظلوم ڌيءَ جي عظيم ڪمن جو علم پوندو. ان وقت (١٩٣٣ع ۾) هن جي سامهون مستقبل جا ڏهہ سال نہ هئا. ان وقت هيءَ عورت پيرس ۾ ١٩٣٣ع جي آخري ڏينهن جي باري ۾ سوچي رهي هئي.

ان وقت هن جي ننڍي ڌيءَ لينا به ان سان گڏ هئي. جيڪا ١٩٢٥ع ۾ بلغاريہ جي سرحد غيرقانوني طور ٽپي، سوويت روس هلي وئي هئي. هوءَ ان اشتراڪي ملڪ ۾ رهي ڪري ٿيءَ وڏي ٿي هئي. ان زندگيءَ جو هڪ حصو انهن عظيم خاندانن سان گڏ گذاريو هو جيڪي ڪامياب پورهيتن ۽ هارين تي مشتمل هئا. جن شاندار سويون حاصل ڪيون هيون ۽ جاگيردارن جو زور ٽوڙيو هو ۽ هاڻي سوشلزم جي تعمير ۾ مصروف هئا — لينا 'ينگ ڪميونسٽ ليگ' جي صفن مان ترقي ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مجاهد بڻجي چڪي هئي. اُن جي پوڙهي ماءُ ان کي ڏسي فخر محسوس ڪري رهي هئي. اڻ لاءِ ته لينا به پنهنجي پاءُ ديمتروف جيان جرئت، همت ۽ استقامت جو بي مثال مظاهرو ڪيو هو.

لينا لنڊن جي ان اجلاس ۾ شرڪت ڪري چڪي

هئي جيڪو بين‌الاقوامي پرولتاريت ليپ زيگ جي قانوني عدالت واري ڪاروائيءَ کي بي نقاب ڪرڻ لاءِ سڏايو هو. ۽ هيءَ فرانس، بيلجم، ڊينمارڪ ۽ سوئيزرليئنڊ مان به ٿي آئي هئي. هوءَ جتي به وئي ته هن عوام کي ريشتاغ باهه ڪيس جي اصليت کان واقف ڪيو. جنهن ۾ هن جو پاڻ ڊيمتروف هڪ جوابدار جي حيثيت سان پيش ڪيو ويو هو. هن هر جاءِ ڪميونسٽن جي مقصدن جي تشريح ڪئي ۽ انهن مسئلن تي روشني وڌي جن سان اهي ماڻهو منهن ڏئي رهيا هئا.

لينن بار بار چيو: 'ڪميونسٽ شرارت پسند نه آهن. هو علي‌الاعلان پورهيتن کي دعوت ڏين ٿا ته فسطائيت جي خاتمي ۽ پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ وڏي پئماني تي جدوجهد جي تياري ڪن. ڪميونسٽ پورهيتن ۽ هارين جي راهه تي هلڻ جي دعوت ڏين ٿا. جن فتح حاصل ڪئي آهي ۽ هاڻي سوشلزم جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ سرگرم عمل آهن. اها عظيم بالشويڪ پارٽيءَ جي دانشمندانه اڳواڻيءَ جي مهرباني آهي- لينن جي پارٽي ئي اها پارٽي آهي جيڪا پورهيتن جي اڳواڻيءَ لائق آهي ۽ ان پارٽيءَ جي اڳواڻيءَ ئي ۾ پورهيت فتح حاصل ڪري سگهن ٿا.' مطلب ته ديمتروف جي ماءُ ۽ پيڻ پنهي پورهيتن جي ترجماني ڪئي ۽ ديمتروف ۽ ان جي ساٿين جي آزاديءَ لاءِ گڏجي جدوجهد ڪئي.

برلن ۾ ريشتاغ باهه ڪيس جي باري ۾ فسطائين عجيب وحشيت ۽ درندگيءَ وارو ماحول پيدا ڪري ڇڏيو هو. پر هيءَ ماحول ديمتروف جي ماءُ کي ڊيڄاري ۽ ان جي ارادن کي لوڏي نه سگهيو. هن وڏو جرئت جو مظاهرو ڪندي فسطائي وڪيلن جي طرف کان مدد جي پيشڪش کي ٺُڪرائي ڇڏيو. انهن جو مقصد مدد جي بهاني ڪيس کي ڪمزور ڪرڻ ۽ همت ۽ استقلال جي ان مجسمي جي ارادن کي شڪست ڏيڻ هو. هُن فسطائين جي بيهودين ۽ ڪوڙين ڳالهين جو جواب ڏيندي چيو ته: 'منهنجي پٽ ديمتروف ۾ ڳالهه سمجهڻ ۽ ان جو مناسب جواب ڏيڻ جي صلاحيت موجود آهي. هو توهان جي مدد جو محتاج ناهي.' هُن قيدخاني ۾ پٽ سان ملاقات دوران جيل جي ناظم کان اک بچائي ان کي ٻڌائي ڇڏيو هو ته ”پوري دنيا جا پورهيت هن جي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن“ــــ آخر فسطائين ان پوڙهي عورت کي پنهنجي پٽ سان ملاقات کان روڪي ڇڏيو ۽ ان جي ترجمان کي ملڪ نيڪالي ڏئي ڇڏي. هاڻي ويچاري ڪجهه به نه ٿي ڪري سگهي ۽ رڳو انتظار ۾ هئي ته ان جي پٽ جي آزاديءَ واري خبر ڪڏهن ٿي اچي. هوءَ ان ڏينهن لاءِ جيئندي رهي. جنهن ڏينهن سوويت روس جي پورهيتن ۽ هارين سان گڏجي پنهنجي پٽ جون خوشيون ملهائيندي. ڪيس پنهنجي هن عظيم پٽ تي فخر هو. هن کي ان

سان گهري محبت هئي. نه رڳو هوءَ پاڻ پڻ سان محبت ڪندي هئي پر پوري دنيا جا پورهيت ماڻهو ان جي پڻ ديمتروف سان محبت ڪندا هئا.

جڏهن هيءَ ۽ ان جو پڻ ديمتروف ٻئي سوويتين جي ديس (روس) ۾ پهتا ته بيحد خوش هئا. ان خوشيءَ سان گڏ انهن کي هڪ غم به هو ۽ اهو غم ديمتروف جي زال جي موت جو هو. ليوبا ان جي ٻي زال هئي. هيءَ ان جي ڪم جي ساٿياڻي هئي ۽ ٢٥ سالن تائين ان جي ڏک سور ۾ شريڪ رهي. ان سان گڏ انقلاب لاءِ ڪم ڪندي رهي هئي.

ديمتروف جي زال ليوبا ماسڪو ۾ ڊگهي مدت تائين بيمار رهڻ کان پوءِ ١٩٣٣ع ۾ فوت ٿي وئي هئي. ان پرولتاري عورت ڏاڍي ڏک ڀري زندگي گذاري. جلاوطني ۽ هر هر هجرت ان جي صحت کي برباد ڪري ڇڏيو هو. ليوبا درزياڻي هئي. هيءَ بغداد جي رهڻ واري پورهيت عورت هئي. هن ننڍپڻ کان ئي سمجهي ڇڏيو هو ته سرمائيدارانه ڦرلٽ جو مطلب ڪهڙو آهي. هن ننڍي عمر ۾ ئي سربيا ۾ 'سوشل ڊيموڪريٽڪ تحريڪ' ۾ شرڪت اختيار ڪري ورتي هئي. روزگار جي ڳولا ۾ پوليس جي سختين کان تنگ، اچي هيءَ بلغاريه هلي آئي هئي. هتي اچي انقلابي ورڪرن جي تحريڪ ۾ شامل ٿي. هن تمام جلد ترقيءَ جا مرحلا طئه ڪيا ۽ پوءِ ڪيس بلغاريه جي لڙاڪو دستن جي

اڳواڻيءَ ۾ شامل ڪيو ويو. ’ڊريس ميڪرز اينڊ ٽيلرز‘ يونين جي سيڪريٽري بنائي وئي. پورهيتن جي اخبار جي ايڊيٽر ۽ عورتن جي اخبار ’مساوات‘ جي تحرير وارن ايڊيٽرن ۾ شامل رهي. ٻنهي اخبار جنهن جي ادارت ليوبا جي ذمي هئي. ڪابي ڊر جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي اخبار هئي ۽ ٻي ’مساوات‘ بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ترجمان هئي. انهن بيشمار مصروفيتن جي هوندي بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نمائندگي ڪندڙ به پاڻ هئي. سربيا ۾ هيءَ اجلاس ڪميونسٽ پارٽيءَ جي قيام لاءِ گهرايو ويو هو. اهائي سربيا جي ڪميونسٽ پارٽي پوءِ يوگوسلاويه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نالي سان مشهور ٿي — هن ’ليوبا‘ سربيا جي پورهيت طبقي کي بين الاقوامي ڪميونسٽ تنظيم ۾ آڻڻ ۽ سربيا جي پورهيت طبقي جي ان رجحان کي ته سندن پنهنجو مرڪز الڳ ٿيڻ گهرجي. ڊٻاڻڻ ۾ بي‌اندازه محنت ڪئي هئي. ان پنهنجي زندگيءَ جا آخري سال سوويت يونين ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ گذاريا هئا.

ليوبا هڪ شاعره، اخبارنويس، منتظم ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سجاڳ ذهن ۽ فعال رُڪن هجڻ جي حيثيت کان بلغاريه ۽ يوگوسلاويه جي پورهيت حلقن ۾ ڏاڍي مشهور هئي. هُن پاڻ ورڪر ۽ پورهيت رهي ڪري مزور طبقي جي عورتن ۾ خاص طور تي ڪم ڪيو هو

۽ انهن کي منظم ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ چڱي محنت ڪئي هئي. اڄ اسان چئي سگهون ٿا ته جيڪڏهن ماضيءَ ۾ انقلابي عورتن ۽ خاص ڪري ڪپڙي ۽ تماڪ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ وارين عورتن ليوبا جي قبر تي گلن جون چادرون چاڙهيون هيون ته پوءِ وارين اينديڙ عورتن شاندار ڪمن جا گل ان جي قبر تـي چاڙهيا آهن.

ليوبا جي گهڻين ۽ گوناگون انقلابي سرگرمين جو جارجي ديمتروف جي ڪمن سان ويجهو تعلق رهيو آهي. خفيه سرگرمين واري زماني ۾ ليوبا خاص طور تي پنهنجي مڙس ديمتروف جي ڪمن ۾ ان جو تعاون ڪيو هو.

ديمتروف جي ڪارنامن جـو ذڪر ان جي زال ليوبا جي ڪارنامن جي ذڪر ڪرڻ کان سواءِ اڌورو آهي. هيءَ ان جي تمام ويجهي ۽ ڪم ۾ گڏ هئي. هن ٢٥ سالن تائين انقلابي جدوجهد ۾ هُن جي مـدد ڪئي هئي.

● ● ●

جارجي ديمتروف ننڍپڻ کان ئي پورهيت طبقي ۾ نمايان طور ڪم ڪندو ٿي رهيو. هن پورهيتن جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ جلد ئي ان جو اڳواڻ بڻجي ويو.

١٨٨٢ع ۾ ديمتروف ١٢ سالن جي عمر ۾ علم حاصل ڪرڻ جي بي پناهه شوق جي باوجود اسڪول ڇڏي ڏنو هو ۽ پنهنجي گهر وارن جي گذران جي سلسلي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ ڇاپخاني ۾ ڪم ڪرڻ لڳي ويو، جتي جلدي هو ماهر ڪمپازيٽر ٿي ويو. انهن ڏينهن ۾ بلغاريه سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي، پورهيت طبقي جي تنظيم هئي. هيءَ تنظيم بلاغوف ۽ ان جي سائين وڏين ڪوششن ڪان پوءِ نهايت ڏکين حالتن ۾ قائم ڪئي هئي. تنظيم جي باغين ڪي انهن ماڻهن جي خلاف اڳتي هلي جدوجهد ڪرڻي پئي هئي، جيڪي مزور طبقي جي تنظيمن جا مخالف هئا ـ

بلغاريه ۾ سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو قيام، هتان جي پورهيت طبقي لاءِ روشن ستوڙيرو ثابت ٿيو. ان وقت عوام دشمن طاقتن ڪي پورهيتن جي طاقت جو صحيح اندازو نه هو. انهي ڪي هيءُ به علم نه هو ته بلغاريه ۾ ڪا اهڙي جماعت يا تنظيم آهي به يا نه ـــ جيڪا مزور طبقي جي نمائندگي ڪري سگهي. سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي قيام ان قسم جي غلط نظرين جي ترديد ڪري ڇڏي ته ملڪ ۾ پورهيتن جي تنظيم شروعات ڪان موجود ٿي ناهي. حقيقت هيءَ آهي ته ملڪ ۾ مختلف ٽريڊ يونينون موجود هيون. جن ۾ سڀ ڪان پراڻي صوفيا ۾ پرنٽرز ٽريڊ يونين هئي ـ

ديمتروف جلد ئي انقلابين سان شامل ٿي ويو. ان مان هُن جي انقلابي شعور جي ترقي ٿي. جنهن شيءِ هن کي انقلابي راهه تي آندو هو. آها پوري ملڪ جي عام غربت ۽ محرومي هئي. هُن انقلابي راهه اختيار ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي علمي ڪمزوري ختم ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ پورو ڏينهن ڪم ڪرڻ کان پوءِ رات جو پڙهڻ شروع ڪيائين. پوري پوري رات ان جي ننڍڙي ڪمري ۾ ڏيئو ٻرندو رهندو هو ۽ جنهن نعمت ۽ دولت کان هُن کي سرمائيدارانه — معاشري محروم ڪيو هو. هيءُ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

انهن ڏينهن ۾ بلغاريه جو پورهيت طبقو روس ۾ اشتراڪي انقلاب جي ڪاميابيءَ جي اثرن ڪري ٻهريان کان ڪافي حد تائين بيدار ٿي چڪو هو. بلغاريه جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي بهترين ڪارڪنن هڪ نئون مزور ۽ پورهيت طبقو پيدا ڪري ڇڏيو هو. ان طبقي ۾ گهڻو ڪري نوجوان هئا. جيڪي روس جي اشتراڪي انقلاب کان متاثر هئا ۽ چاهيندا هئا ته روس جا پورهيت ماڻهو سرمائيداري ۽ جاگيرداريءَ خلاف ڪهڙي همت ۽ جرئت سان وڙهي رهيا آهن. بلغاريه جا پورهيت مارڪس جي انقلابي تعليم کان به واقف هئا. مارڪس جا نظريا مختلف طريقن سان انهن ۾ پکڙجي رهيا هئا، مطلب ته هي ماڻهو انقلاب جي راهه تي هلي رهيا هئا.

ڏوٿي سان ڏوري، جا جُوءِ سڄي نه پُڏي،
پـاسا مٿي پـاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
ورچا اُتِ ووڙين، جيتِ نِهايت ناهِ ڪا.
(شاهه)

هي هيون آهي حالتون جن ديمتروف کي ننڍيءَ عمر ۾ ئي نظرياتي ۽ ذهني اعتبار کان پختو ۽ بالغ نظر ناهي ڇڏيو هو. گذريل صديءَ جي آخري سالن ۾ جڏهن ديمتروف ۽ بلغاريه جي انقلابي جدوجهد ڪرڻ وارن ۾ طبقاتي شعور پيدا ٿي ويو هو ۽ حريت پسندانه ادب تيار ڪيو ويو هو. سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي، غلط نظرين جي خلاف وڙهي رهي هئي ان وقت ديمتروف گهڻن ئي نامور اشتراڪي ليکڪن جا ڪتاب پڙهي چڪو هو. هُن نه رڳو قابل قدر ڪتابن جو مطالعو ڪيو ۽ انهن مان نوٽس تيار ڪيا. پر انهن تي هرهنڌ حاشيا به لکيا هئا ۽ تنقيدي مطالعي کان پوءِ پنهنجا نظريا قلمبند ڪري ورتا هئا. هُن ”تاريخ، تمدن انگلستان“ مان صفحن جا صفحا نقل ڪري ورتا هئا. هو چوندو هو ته مطالعي دوران جيڪا شيءِ مون کي پسند ايندي آهي مان ان کي نقل ڪري وٺندو آهيان. هُن کي تاريخ ۽ جاگرافيءَ سان خاص طور تي لڳاءُ هو. هُن مارڪس جا ڪتاب ٻهرين پاڻ پڙهيا ۽ پوءِ ٻين سان گڏجي مفهوم ۽ مطلب جي ذريعي انهن کي ذهن نشين ڪيو

هو. اِن نموني هو علمي گھٽتائي پوري ڪري جوانيءَ جي شروعاتي سالن ۾ ڏي پختو انقلابي ٿي ويو هو ۽ روس جي ترقي پسندانه نظرين کي سمجھڻ کان پوءِ انهن کي پنهنجو ڪري چڪو هو.

هن روسي زبان جي ڪيترن ئي ننڍن وڏن ڪتابن جا بلغاريائي زبان ۾ ترجما پڙهيا. ١٩٣٥ع ۾ هُن چيو هو ته مون کي 'ڇا ڪيو وڃي؟' نالي ناول ڏاڍو پسند آهي. مون ان کان پهريين يا ان کان پوءِ ڪوبه اهڙو ڪتاب نه پڙهيو جنهن مون تي ايتريقدر اثر ڇڏيو هجي. جيتريقدر ان ناول ڇڏيو آهي. مان ان ناول جي ڪردارن کان تمام گھڻو متاثر ٿيو آهيان ۽ ان تاثر جو نتيجو هيءُ آهي ته مون پنهنجي زندگي پورهيت طبقي جي عظيم مقصدن لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. مختصر هي ته مون ناول جي ڪردارن جيان بي عيب ۽ مڪمل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ناول جوانيءَ ۾ مون تي سڀ کان وڏو اثر ۽ هڪ انقلابيءَ جي حيثيت سان تعليم حاصل ڪرڻ ۾ هُن منهنجي مدد ڪئي آهي. ان ناول جا اثر منهنجي پوءِ واري زندگيءَ ۾ شامل رهيا. بلغاريه ۽ ريشتاغ جي ڪيسن جي ڪاروائي دوران هي ناول منهنجو رهنما ثابت ٿيو.

ڪيترا ماڻهو اعتراض ڪن ٿا ته هن ناول 'ڇا ڪيو وڃي؟' ۾ جن سياسي نظرين جي تعليم ڏني وئي آهي آهي صحيح ناهي ۽ هڪ سٺي ۽ ڪامياب

انقلابيءَ جي حيثيت سان ديمتروف انهن غلط نظرين سان
پربل ناول جي تعريف ڇو ٿو ڪري؟ ان جو جواب
هيءُ آهي ته ديمتروف کي جنهن ڳالهه متاثر ڪيو هو
اهي ان ناول ۾ پيش ڪيل سياسي نظريا نه هئن پر
ڪردارن جون اخلاق، جرئت، همت ۽ مستقل مزاجيءَ
وارين وصفون آهن. ديمتروف پاڻ چوي ٿو ته:
’هن ناول جا هيرو جرئت وارا ۽ مستقل مزاج جا
ماڻهو آهن. آهي دشمن جو جرئت ۽ بهادريءَ سان
مقابلو ٿا ڪن. ڏکيائن ۽ مشڪلاتن ۾ گهبرائين نٿا.
۽ پنهنجي آڏو واري مقصد لاءِ هر نموني جا ايثار پسند
ثابت ٿيا آهن. هي ماڻهو پنهنجي ڪم ۽ غرض جي
ادائگيءَ ۾ پوري جانفشانيءَ جو مظاهرو ڪن ٿا ۽
جڏهن ڪوبه ڪم شروع ڪن ٿا ته ان کي اڌو ڳابرو
نٿا ڇڏين.‘

جارجي ديمتروف کي روس جي انقلابي تحريڪ سان
گهري دلچسپي هئي ۽ هو ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جي
شروعات کان انقلابي لاڙا رکندو هو — روس جي بالشويڪ
پارٽي جي اخبارن، رسالن ۽ انقلابي ادب کان جيڪو
غيرقانوني طور تي بلغاريه پهچندو هو. ديمتروف ان کان
متاثر هو. ١٩٠٠ع ۾ هن جي ياءُ اوڊيسا ’Odessa‘
(اڇي سمنڊ جي ڪناري جو هڪ روسي بندرگاهه آهي)
کان هن لاءِ ڪتاب ۽ رسالا موڪليا هئا. روس جا
انقلابي خفيه طور بلغاريه ايندا ويندا هئا. انهن سان

ميل جول ۾ ديمتروف کي وڏيڪ انقلاب پسند بنائي ڇڏيو
هو. بلغاريه جا انقلابي ٻاهر کان اچڻ وارن انقلابين
جي مدد ڪندا هئا ۽ کين سهوليتون به پهچائيندا هئا.
هڪ بالشويڪ انقلابي ديمتروف جي پاسپورٽ تي پنهنجو
فوٽو لڳائي زير زمين انقلابين جي تيارين جي سلسلي ۾
ماسڪو ۽ روس جي ڪيترن ئي ٻين شهرن تائين سفر
ڪيو هو. هو انهيءَ پاسپورٽ تي ئي سائبريا ۾ جلاوطن
انقلابي ليڊرن سان ملڻ ويو هو. ١٩٠٦ع ۾ ان انقلابي
واپسيءَ تي بلغاريه ۾ ديمتروف سان ملاقات ڪئي ۽
ان کي روس ۾ ١٩٠٥ع کان پوءِ وارين حالتن ۽
انقلابين جي باري ۾ تفصيل ٻڌايا هئا. ديمتروف ۽ ان
جي ساٿين کي ١٩٠٥ع کان پوءِ جي حالتن ۽ انقلابين
جي باري ۾ پڻ تفصيل ٻڌايا ويا. ديمتروف ۽ ان جي ساٿين
١٩٠٥ع جي واقعن کان پهرين ۽ ان کان پوءِ روسي
ورڪرن جي مالي مدد ڪئي هئي. هي ورڪر ڇهن
پنجن مهينن تائين بلغاريه ۾ خفيه طور تي رهيا. انهن
حالتن جي ڪري ديمتروف جو ١٩٠٥ع کان پهرين ئي
انقلابي نظرين جو مطالعو ڪري وٺڻ ۽ ذهني ۽ فڪري
طور تي مضبوط ٿي وڃڻ عجيب نٿي لڳو. هن بيلنوف
جي ڪتاب 'تاريخ جو وحدتي نظريو' — On the
Monistig View of History' — پنهنجي نوجوان
پورهيت ساٿين سان گڏجي ١٩٠٥ع ۾ پڙهي ورتو هو.
ديمتروف ارڙهن سالن جي عمر ۾ فلسفي ۾ دلچسپي

ونڻ لڳو هو. انهن ڏينهن ۾ جرمنيءَ جي فلسفي بوچنر 'Buchner' جو رسالو 'مادي فلسفو' خاص طور تي مشهور هو. ديمتروف ان رسالي جو پوري غور ۽ فڪر سان مطالعو ڪيو. هُن ڪميونسٽ مينيفيسٽو — 'Communist Mani Festo' مارڪس جو ڪتاب 'Das Kapital' 'سرمايو' — ۽ ٻئي اشتراڪي ۽ مارڪسي لٽريچر جو مطالعو ڪيو. جنهنڪري هيءُ پڪو ڪميونسٽ ۽ مارڪسٽ بنجي ويو. هن مارڪسزم تي لکيل ڪتابن جو بار بار مطالعو ڪيو ۽ لينن جي تصنيفن کي ٻه ٽه پوري غور ۽ فڪر سان پڙهيو.

سچيءَ حقيقت جي ڳولا ۾ هُن جيڪا راهه ورتي هئي ۽ جنهن راهه تي هلي **قومي انقلاب جي نظرئي سان سائنسي مارڪسزم** تائين پهتو هو.

ان جي باري ۾ هن جي پنهنجي لکيل ڊائريءَ ۾ گهڻو ڪجهه ملي ٿو. هن ١٥ سالن جي عمر ۾ ڊائري لکڻ شروع ڪئي هئي ۽ پنهنجا سمورا اهم خيال لکي ورتا هئا.

ديمتروف چوي ٿو ته: 'مان پنهنجا مضمون ڪمپوز ڪرڻ وقت سوچيندو رهندو هئس ۽ جڏهن منهنجي ذهن ۾ ڪو خيال پيدا ٿيندو هو ته مان ان وقت ئي ڪاغذ تي لکي وٺندو هئس. اهو ڪاغذ پاڻ وٽ رکندو هئس ۽ رات جو گهر اچي ان کي ڊائريءَ ۾ اتاريندو هئس.' اهي غيرمعمولي يادگيريون جن ۾ پوري

دنيا جي شاعرن جا قول ۽ پورهيت طبقي جي باري ۾ ڪافي ڳالهيون هيون. ١٩١٨ع يا ١٩١٩ع ۾ پوليس کي ور چڙهي ويون هيون. انهن ڏينهن ۾ ديمتروف پنهنجي هڪ دوست جي گهر ۾ لڪل هوندو هو ۽ ان جون يادگيريون هُن سان گڏ هيون. پوليس ان گهر جي تلاشي ورتي ۽ اهو سرمايو حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

ديمتروف ١٨٩٦ع ۾ پنهنجي هڪ جلدساز دوست سان ميلي ڪري هڪ اخبار شروع ڪئي هئي. جنهن پريس ۾ هو پاڻ ڪم ڪندو هو. ان ۾ رات جو پنهنجي اخبار ڇاپيندو هو. ان اخبار جي ادارت جا فرض به پاڻ ادا ڪندو هو. هيءَ اخبار صداقت ۽ انصاف جي ڳالهه مٿي ڪرڻ جي مطلب لاءِ ڪيڍي وئي هئي. اخبار اشارن ئي اشارن ۾ انجيل پرستن جي نام نهاد پائيچاري وارن خيالن کي اگهاڙو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو. نام نهاد انجيل پرستن تي نهايت صاف ۽ زوردار تنقيد هڪ هنگامو برپا ڪري ڇڏيو. پادرين اخبار جي خلاف احتجاج ڪيو ۽ ايڊيٽر جي پيءُ کي گهرائي ان کي ڌمڪي ڏني ته ان خلاف سيڪت ڏيارڻ واري ڪاروائي ڪئي ويندي. ديمتروف کي پيءُ ان اخبار شايع ڪرڻ کان منع ڪئي پر دل ئي دل ۾ فخر محسوس ڪرڻ لڳو ته منهنجو ڇوڏهن سالن جو پٽ اخبار جو ايڊيٽر آهي. اخبار جو ٽيون شمارو شايع نه ٿي سگهيو. پر

ديمتروف صحافي بڻجي چڪو هو.

هُن پنهنجي ذاتي قابليت، صلاحيت ۽ استقلال جي وصفن ڪري پندرهن سالن جي عمر ۾ ئي پورهيت طبقي جي اڳواڻ واري صورت اختيار ڪري ورتي هئي ۽ جلد ئي ٽريڊ يونين جي منتظمين ۾ ڳڻجڻ لڳو.

سورهن سالن جي عمر ۾ هيءُ ڪامياب ورڪر بڻجي ويو ۽ هن کي بلغاريه جي ٽريڊ يونين ۾ نمايان حيثيت حاصل هئي. ان جو پهريون مقالو ٽريڊ يونين جي اخبار ۾ ١٨٩٧ع ۾ شايع ٿيو هو. ان مقالي جي ڪري هيءُ پورهيتن ۽ پريس ۾ چاتل سڃاتل شخصيت بڻيل هو.

ان زماني جو هڪ يادگار واقعو، جنهن ڪري ديمتروف جي قابليت، جرئت ۽ ڪردار تي روشني پوي ٿي، اهو هيءُ آهي ته ديمتروف بلغاريه جي پورهيت طبقي جي نمائندي جي حيثيت سان پارليامينٽ ۾ ويو ته هڪ رجعت پسند وزير ان تي حقارت مان ڪاوڙ ڀري نظر وڌي ۽ پوءِ دانهن ڪري چيائين: 'مان توکي چاڙهان ٿو ته تون گستاخ انسان آهين. تو سورهن سالن سالن جي عمر ۾ منهنجي مضمون جو مفهوم بدلائي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.'

ڳالهه هيءَ هئي ته ١٨٩٨ع ۾ بلغاريه جا پورهيت 'يوم مئي' جي تقريب ملهائڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا. هي وزير صاحب پورهيتن جي اِن ارادي جو

مخالف هو. هن مزورن خلاف هڪ بيان ڇپائڻ چاهيو هو. ديمتروف انهن ڏينهن ۾ پريس ۾ ڪمپوزنگ، ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو. هن مذڪوره وزير جي بيان کي ڪمپوز ڪندي ان مان اهي جملا حذف ڪري ڇڏيا هئا، جن ۾ پورهيتن جي مخالفت ڪئي وئي هئي ۽ ان نموني مضمون ئي بدلائي وڌو هئائين. ارڙهن سالن جي عمر ۾ ديمتروف صوفيا پرنٽرز ٽريڊ يونين جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان وقت کان هن پنهنجي سرگرمين جو دائرو وسيع ڪرڻ ۽ پوري ملڪ ۾ پرنٽرز ٽريڊ يونين جي قيام لاءِ ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو.

١٩٠٢ع ۾ ديمتروف بلغاريه جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. ان وقت پارٽيءَ جو دستور هو ته پارٽيءَ ۾ شامل ٿيندڙ کان تحريري عهدنامي تي صحيحون ڪرائڻ کان سواءِ، زباني عهد به ورتو ويندو هو. پارٽيءَ جي جنرل ميٽنگ جي سامهون پارٽيءَ ۾ شموليت ڪرڻ واري کي پيش ٿيڻو پوندو هو. جڏهن ديمتروف پارٽيءَ جي جنرل ميٽنگ جي سامهون پيش ٿيو ته ميٽنگ جي چيرمين ان کان پڇيو ته: هو پارٽيءَ ۾ ڇو شامل ٿيڻ چاهي ٿو؟ ديمتروف جواب ڏنو: ’مان پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ چاهيان ٿو ـــ ان لاءِ ته مان يقين رکان ٿو ته پورهيت طبقو رڳو انقلاب جي ئي ذريعي جبر، استبداد ۽ استحصال کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿو ـــ نه ڪي صلح صفائيءَ ۽ سرمائيدارن سان

اتحاد ۽ تعاون ذريعي. هيءُ جواب نهايت معقول ۽ واضح هو. جنهن ڪري ان کي پارٽيءَ ۾ شامل ڪيو ويو.

١٩٠٢ع ۾ پارٽيءَ ۾ شموليت کان جلد ئي پوءِ ديمتروف کي روزگار لاءِ سموڪوف ۾ امريڪي ڪاليج جي پريس ۾ نوڪري ڪرڻي پئي. پر ان پريس ۾ چند مهينن کان وڌيڪ عرصي تائين ڪم نه ڪري سگهيو. ان جو سبب هيءُ هو ته سموڪوف اچڻ کان پوءِ هُن جلد ئي ان ڪاليج جي جلسن ۾ وڃڻ شروع ڪيو هو. جن جو بندوبست ڪاليج جي انتظاميه طرفان ڪيو ويندو هو ۽ هر جلسي ۾ عيسائيت جي عنوان تي ڪاليج جي شاگردن ۽ عام ماڻهن آڏو تقريرون ڪيون وينديون هيون. انهن جلسن ۾ ٻڌندڙن کي حق ڏنو ويندو هو ته مقررن کان سوال ڪن. ديمتروف حق جو استعمال شروع ڪيو ۽ مقرر کان ان نموني سوال ڪندو هو، جنهن سان مقرر جي خيالن جو ڪوڙ ظاهر ٿي ويندو هو ۽ واضح ٿي ويندو هو ته عيسائين جي تعليم، سائنس ۽ فلسفي سان هم آهنگ ناهي. ديمتروف جي سوال تي عام دلچسپيءَ جو اظهار ٿيندو هو ۽ عام طور تي مقرر کان ڪوبه جواب نه ڏهندو هو ته ان جي بي عزتي ٿيندي هئي.

انهن سوالن سان ڪاليج جي شاگردن ۾ غور ۽ فڪر جي تحريڪ شروع ٿي وئي ۽ انهن ۾ مارڪسزم جو چرچو ٿيڻ لڳو. ڪاليج جي انتظاميه ۾ انهن

سوالن ذريعي ديمتروف سموڪوف جي ذهين ماڻهن ۾ هڪ قسم جو جوش ۽ ولولو پيدا ڪري ڇڏيو. هي سوال ديمتروف جي ان ذهانت ۽ قابليت جو نمونو هئا. جيڪي ٿيهه سال پوءِ ريشتاغ باهه ڪيس ۾ سڀني جي سامهون آيا.

١٩٠٢ع جي آخر ۾ سموڪوف جي ڪاليج انتظاميه ان کي نوڪريءَ تان هٽائي ان جي سوالن کان نجات حاصل ڪري ورتي. پر ان مختصر عرصي ۾ ديمتروف پورو ڪم ڪري ورتو هو ۽ هاڻي سموڪوف ڪاليج ۾ ان جي جاءِ وٺڻ وارا ٻيا ماڻهو تيار ٿي چڪا هئا ۽ هن ان مختصر عرصي ۾ لوهارڪي پيشه ورانه اسڪولن جي شاگردن ۾ مارڪسزم جي حامين جو هڪ گروهه پيدا ڪري ڇڏيو هو. ڪميونسٽ ١١ ميني نسٽو ۽ ٻين اشتراڪي ۽ مارڪسي ڪتابن جي مشتمل ڇهن مهينن جو هڪ نصاب مرتب ڪري مارڪسٽن تعليمي حلقي ۾ ان جي تدريس جو بندوبست ڪيو. هيءُ سارو ڪم ديمتروف ٻين دوستن جي تعاون سان ڪيو هو ۽ ان جي ذميواري هُن پاڻ سنڀالي هئي.

فلسفي جي اِڏڪين مسئلن جي تشريح ۾ ان کي ڏکيائي پيش ايندي هئي ته هو ٻين کان مدد وٺندو هو. هڪ مسئلو، جيڪو ساري عمر ان لاءِ پريشانيءَ جو سبب رهيو ۽ باوجود ٻين جي مدد وٺڻ جي ان کي حل نه ڪري سگهيو هو، اهو هيءُ هو:

’انسان حالتن جي پيداوار آهي. انسان جي خيالن ۽ ان جي ذهني قوتن جي ارتقا خارجي ماحول مطابق ٿيندي آهي.‘

ديمتروف ان مسئلي جو حل مارڪسي تعليم جي روشنيءَ ۾ حاصل ڪرڻ چاهيندو هو. ان مقصد لاءِ انهن ڏينهن ۾ مارڪس جا ڪتاب، جيترا به ملي سگهيا ٿي، هن انهن سڀني جو اڀياس ڪيو.

ديمتروف ١٩٠٣ع جي شروع ۾ واپس صوفيا هليو آيو. هن سموڪوف ۾ رهڻ دوران پورهيت تنظيم ۾ ڪم ڪرڻ جو چڱو تجربو حاصل ڪري ورتو هو. مزور تنظيمن جي قيام ۽ مقصدن جي نشر و اشاعت ۽ غلط نظرين جي ترديد ۽ تنقيد ۽ مخالفت کي منهن ٽوڙ جواب ڏيڻ ۾ هُو ماهر بڻجي ويو هو. هن واپس اچي ڏٺو ته صوفيا جي سوشل ڊيموڪريٽڪ تنظيم اندروني اختلافن ۽ انتظار جي ڪيفيت ۾ مبتلا آهي ۽ اختلافن جي هيءَ وبا پوري ملڪ ۾ پکڙيل هئي. هن ڏٺو ته تنظيم ۾ ٻن قسمن جا لاڙا عام آهن. پاڻ ۾ اختلاف ڪرڻ وارن جو هڪ گروهه ساڄي ڌر جي حامين تي مشتمل هو، جيڪو سوديبازيءَ جو قائل هو ۽ ٻيو گروهه کاٻي ڌر جي سوشلسٽن تي مشتمل هو. جيڪو مارڪسزم جي اصولن تي عمل پيرا هئڻ جي تائيد ڪندو هو. انهن ٻنهي گروهه جي اڳواڻي بلغاريه جي پراڻي پورهيت اڳواڻ بلاغوف جي هٿن ۾ هئي. هيءُ اهو ئي شخص

آهي جنهن ١٨٨١ع ۾ روس ۾ پهريون 'سوشلسٽ اسٽڊي سرڪل' قائم ڪيو هو.

ديمتروف ڪابي ڏر جي حامي سوشلسٽن جو طرفدار هو، هن جي پنهنجي قول مطابق انهن ماڻهن کي شڪست ڏيڻ هو، جيڪي ملڪ جي گڏيل مفادن جا نام نهاد حامي هئا ۽ چاهيندا هئا ته پورهيت عوام پنهنجن مطالبن جي باري ۾ خاموش رهن. انهن ماڻهن کي حال ۾ ئي سرمائيدارن پنهنجي مفادن جي تحفظ لاءِ اڳتي وڌايو هو.

صوفيا جي جمهوري تنظيم جي تاريخ ۾ فيبروري ١٩٠٣ع وارو پارٽيءَ جو اجلاس سدائين يادگار رهندو. ان اجلاس ۾ مارڪسزم جي حامي گروهه پنهنجي الڳ تنظيم قائم ڪري ورتي هئي. ديمتروف ان نئين تنظيم جو حامي هو.

١٩٠٤ع ۾ ديمتروف صوفيا جي ڪابي ڏر واري سوشلسٽ تنظيم جو سيڪريٽري بنايو ويو هو. هن پارٽيءَ ۾ رهي ڪري ترقي ڪئي. ۽ ١٩٠٩ع کان پنهنجي زندگيءَ جي آخري لمحن تائين مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو ۽ زندگيءَ جي آخري سالن ۾ سيڪريٽري جنرل جي عهدي تي ڪم ڪندو رهيو. مئي ١٩٣٤ع ۾ ماسڪو ۾ بلاغوف جي ڏهين ورسيءَ جي موقعي تي بلغاريه کان آيل وارن مهاجرن ۽ پراڻن بالشويڪن کي خطاب ڪندي هن چيو هو:

'مان بلاغوف جو شاگرد آهيان. مون ڪيترن سالن تائين ان سان گڏجي ڪم ڪيو آهي. بلاغوف اسان جي پارٽيءَ جو باني آهي. هو خاص صلاحيتن جو مالڪ هو. هن بلغاريه جي ڪابي ڌر جي سوشلزم کي بالشوزم جي ويجهڙو ڪري ڇڏيو هو — اسان جي مرحوم اڳواڻ جون نمايان وصفون ۽ ان جي ڪارنامن جو هيٺ ڄاڻايل ڳالهين مان اندازو ڪري ٿو سگهجي:

(١) اسان جو طبقو سرمائيدارن جي حامي جماعتن جو شديد مخالف آهي. اسان جي پارٽيءَ جو نعرو آهي ته 'مختلف طبقن سان تعلق رکڻ واري عوام ۾ ناهم ممڪن ڪونهي.' اهو ئي طبقاتي شعور اسان جي پروگرام ۽ عمل جو خاڪو آهي. ان خاڪي ۽ اصول، تي بلاغوف ۽ بلغاريه جي ڪابي ڌر جي سوشلستن جو عمل رهيو آهي.

(٢) جماعتي مقصد لاءِ سڀڪجهه قربان ڪري ڇڏڻ، ذاتي دلچسپي، ذاتي خواهش، ذاتي مفادن ۽ ذاتي زندگيءَ تائين — پارٽيءَ جي مقصدن جي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ قربان ڪري ڇڏڻ سچو جذبو آهي.

(٣) پورهيت طبقي جي مستقبل جي باري ۾ شاندار ڪاميابي ۽ فتح تي مڪمل ۽ نه ڦرندڙ يقين — مان سمجهان ٿو ته اهائي شيءِ هئي. جنهن انقلابي جدوجهد کي بلغاريه ۾ ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪيو هو ۽ ان بدڄيولت اسان جي جماعت جنگ ڪان

پهرين ۽ ان کان فوراً پوءِ ڪاميابي حاصل ڪئي هئي. ان قيادت، قائدانه صلاحيت ۽ يقين محڪم جي ڪري اسان بلغاريه جي منشويڪين جو زور ٽوڙيو هو ۽ اهي ئي آهي بنيادي اصولي شيون هيون جن بلغاريه جي پارٽيءَ کي بالشوزم جي راهه تي آندو هو.'

بلاغوف ۽ بلغاريه جو ڪابي ڌر وارو سوشلزم بالشويڪين ۽ بالشوزم کان هڪ حد تائين مختلف آهي. اسان جي پارٽي بالشوزم کان جن بنيادي مسئلن تي مختلف هئي، آهو پرولتاري انقلاب جو مسئلو آهي.'

'مون پنهنجي ٣٥ سالن جي انقلابي ۽ سياسي زندگيءَ ۾ غلطيون به ڪيون آهن. پر ٻه غلطيون اهڙيون آهن، جو نه ته مان انهن کي وساري سگهان ٿو ۽ نه ئي پنهنجو پاڻ کي معاف ڪري سگهان ٿو. پهرين غلطي جيڪا مون ۽ پارٽيءَ جي مرڪزي ميمبرن ڪئي ـــ آها هيءَ هئي ته اسان سيني ٩- جون ١٩٢٣ع تي حالتن جو غلط اندازو ڪيو هو ۽ ٻي غلطي ١٩١٨ع يا ١٩١٩ع ۾ مون ۽ منهنجي پارٽيءَ هيءَ ڪئي هئي ته اسان بلغاريه جي ساڄي ڌر جي سوشلزم کي بالشوزم سمجهي ورتو هو. اسان بالشوزم ۽ سوشلزم ۾ فرق معلوم نه ڪري سگهياسون ۽ ان نموني اسان کي پنهنجي پارٽيءَ کي بالشويڪ ناهڻ ۾ ڪافي دير لڳي وئي.'

'ليپ زيگ جي عدالت ۾ مون جنهن همت ۽ جرئت جو مظاهرو ڪيو آهي، منهنجا دوست ته چاهه

دشمن به ان جي تعريف ڪن ٿا. پر حقيقت هيءَ آهي ته مون ۽ منهنجي بي شمار ساٿين بلغاريه ۾ انقلابي جدوجهد جي سلسلي ۾ ان کان وڌيڪ همت ۽ جرئت جا ڪيترا ئي دفعا مظاهرا ڪيا آهن. بلغاريه ۾ اسان سيني ساٿين دشمنن جي خلاف شديد جدوجهد ڪئي آهي. ان جدوجهد ۾ اسان جا هزارين ساٿي قتل ڪيا ويا پر ڪنهن هڪ به پارٽيءَ جي مقصدن سان غداري نه ڪئي. قتل ٿيڻ وارن ۾ هزارين اهڙا هئا، جيڪي رڳو ايترو چئي ڪري موت کان بچي سگهيا ٿي ته اسان آئينده ڪميونزم جي حمايت نه ڪنداسين — پر ڪنهن هڪ به ائين نه ڪيو. ريشتاغ باهه ڪيس ۾ جيڪڏهن مون جرئت جو مظاهرو ڪيو ته آهو بلغاريه جي ڪاپي ڏر جي سوشلزم جي ڪردار جو مظاهرو هو، ڪابه نئين شيء نه هئي. ليپ زيگ ۽ برلن ۾ فسطائين جي عدالت ۾ مون لينن جي هٿيارن سان مسلح ٿي دشمن جو مقابلو ڪيو هو. ان وقت مان رڳو ڪاپي ڏر جو سوشلسٽ ئي نه هئس پر بالشويڪ به هئس. ان لاء ته لينن جي تعليم ۽ بالشويڪي نظرئي منهنجي اندر ۾ دشمنن خلاف وڙهڻ جي جرئت پيدا ڪئي هئي ۽ بالشويڪي اصولن تي ئي عمل پيرا ٿي مون فتح ۽ ڪاميابي حاصل ڪئي هئي.'

'مان سمجهان ٿو ته اسان جي بلغاريائي پارٽي، باوجود ڏکين حالتن جي گهڻو ڪجهه ڪم ڪيو آهي.

سيپٽمبر جي ناڪام بغاوت پارٽيءَ کي هڪ تجربو ڏنو هو. جنهن مان فائدو وٺي پارٽيءَ پنهنجو قدم صحيح رستي ڏانهن کنيو ۽ پارٽيءَ پورهيت طبقي جي وڏي اڪثريت جو اتحاد حاصل ڪري ورتو هو. پورهيتن کي مارڪس، اينگلس ۽ لينن جي ٻڌايل راهه تي هلائڻ ۽ بلغاريه ۾ سويت نظام رائج ڪرڻ لاءِ پارٽي لاڳيتو ۽ اڻٿڪ جدوجهد ڪئي آهي ۽ ڪري رهي آهي.

'منهنجا ساٿيو! اسان روس جي بالشويڪ پارٽيءَ کان گهڻو ڪجهه سکيو آهي ۽ اڃا به سکندا رهنداسين. اسان کي خوشي آهي ته اسان ڀيرين کان وڏيڪ طاقتور آهيون. اسان ۾ دشمن سان مقابلي ڪرڻ جو حوصلو ۽ جرئت وڏيڪ آهي. اسان کي پنهنجي فتح جو مڪمل يقين آهي. پراڻا بالشويڪ جيڪي هن وقت زنده آهن. اسان لاءِ جرئت ۽ همت جو نمونو آهن. مان خود فسطائين جي قيد ۾ سوچيندو هئس ته زار روس جي خلاف وڙهڻ وارا ڪيترا نه بهادر ماڻهو هئا. انهن جي باري ۾ سوچيندي منهنجي اندر ۾ همت پيدا ٿيندي هئي ۽ منهنجو حوصلو وڏي ويندو هو. مان سوچيندو هئس ته روسي بالشويڪن مشڪلاتن ۽ ڏکيائين جو همت سان مقابلو ڪيو آهي. مان به ان نموني همت ۽ استقلال کان ڪم وٺندس. مان جنهن ذميواريءَ جي عهدي تي هئس ان جو منهنجي دل ۾ پورو پورو احترام هو. مون جرمنيءَ جي پورهيتن سامهون مثال پيش ڪرڻ

ٿي چاهيو. مون پنهنجي ۽ وطن بلغاريائي دوستن ۽ دنيا جي مزورن ۽ انقلاب پسندن لاءِ جرئت ۽ همت جو مثال پيش ڪرڻ ٿي چاهيو. مون سرمائيدارن ۽ فسطائين خلاف لاڳيتو وڙهڻ جو عزم ڪيو هو. مطلب تہ بالشويڪ انداز ۾ سوچڻ سان منهنجي اندر ۾ جرئت ۽ پنهنجي مقصد جي باري ۾ ڪاميابي تي يقين پيدا ٿي ويو هو.

اهي ڏينهن بلاغوف جي ياد ملهائڻ جا ڏينهن هئا. ان ۾ پوري دنيا جا پورهيت بلاغوف جهڙي عظيم اڳواڻ جي ياد ملهائڻ سان گڏوگڏ فسطائين جي مقابلي ۾ ديمتروف جي شاندار فتح تي خوشيون ملهائي رهيا هئا. ان فتح حاصل ڪرڻ لاءِ ديمتروف قرباني ۽ ايثار جو بي مثال نمونو پيش ڪيو هو. هُن صحيح معنيٰ ۾ انقلابي ۽ بالشويڪي ڪردار جو مظاهرو ڪيو هو. هڪ عظيم پورهيت مجاهد جي حيثيت سان عوام جي آزاديءَ لاءِ ويڙهہ ۾ جنبيو رهيو. ديمتروف بلاغوف جي ياد ملهائڻ جي سلسلي ۾ ٿيندڙ جلسي ۾ جتي بلاغوف کي خراج عقيدت پيش ڪيو اتي روس جي بالشويڪ پارٽيءَ جي باري ۾ پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. ۽ بلغاريہ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي تعمير ۽ ترقيءَ جي ڪاغذن ۽ خطن تي بہ روشني وڌي هئي.



# اڻ ورچ ۽ بهادر اڳواڻ

[ڪر ڪٺا لاهي، سڪ نه سٺا ڪڏهن،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو.]
.... ....
[جيت نه پڪيءَ پير، تيت ترڪي باهڙي،
پيو پاريندو ڪير، ڪاهوڙڪي ڪيرَ ري؟]
(شاهه)

۱۹۰۳ع ۾ بلغاريه جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي هئي. ان ورهاست جي نتيجي ۾ ديمتروف کي موقعي پرست ليڊرن خلاف خاص طور تي جدوجهد جو بار کڻڻو پيو. نئين پرنٽرز ٽريڊ يونين انقلابي ۽ طبقاتي جدوجهد جي حامي هئي. ان جي اڳواڻيءَ جو بار به ديمتروف جي ڪلهن تي هو. جون ۱۹۰۳ع ۾ ديمتروف جو پهريون مضمون ڪابي ڊر جي سوشلسٽن جي ترجمان اخبار ۾ شايع ٿيو هو. هي مضمون ڪيترن ئي قسطن ۾ ’ٽريڊ يونين جي موقعي پرستي‘ جي عنوان سان شايع ٿيو هو. ان ۾ انهن رجعت پسند ليڊرن کي اُگهاڙو ڪيو ويو هو، جيڪي انقلاب دشمن اتحاد ۽ اشتراڪ جا حامي هئا.

جولاءِ ١٩٠٤ع ۾ ديمتروف پارٽيءَ جي ٻارهين ڪانگريس ۾ هڪ نمائندي جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. جتي ان کي پارٽيءَ جي پريس ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ١٩٠٥ع ۾ صوفيا ۾ ٿيندڙ ٻارهين ڪانگريس جي تيارين ۾ ديمتروف هڪ فعال ۽ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان حصو ورتو ۽ ڪانگريس لاءِ نظم ۽ ضبط جا قاعدا مقرر ڪيا. تيرهين ڪانگريس ١٩٠٦ع ۾ سليون (Sliven) ۾ ٿي. ان موقعي تي ديمتروف پارٽيءَ ۾ تنظيم جي باري ۾ هڪ اهم تجويز جو مسودو پيش ڪيو.

١٩٠٤ع تائين ديمتروف هڪ ذهين، ڪامياب منتظم ۽ قابل تعريف مجاهد جي حيثيت سان مشهور ٿي چڪو هو. ان سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن ۾ ’ڪرڪوف‘ به هو. اهو شخص بهترين ناظم، روشن خيال مقرر ۽ صحافي هو. ان جي ڀاڃي ۾ ڪم ڪرڻ دوران ديمتروف پنهنجي صلاحيتن ۾ اڻ ملهه اضافو ڪيو ۽ ذهني اعتبار سان پختگي حاصل ڪئي.

١٩٠٧ع ۽ ١٩٠٨ع تائين ٽريڊ يونين جي تحريڪ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ هن بلغاريه ۾ مرڪزي ورڪرز ٽريڊ يونين قائم ڪئي. ان نئين يونين جا قاعدا ۽ ضابطا به هن ترتيب ڏنا هئا ۽ ١٩٠٨ع ۾ اخبار جي ’ٽريڊ يونين‘ جي ڪالم جو ايڊيٽر بڻجي ويو. ان ڪالم ۾ هن ٽريڊ يونين جي باري ۾ لاڳيتو

لکيو — ١٩٠٩ع ۾ پارٽيءَ بلغاريه ۾ ٽريڊ يونين جي اڳوائي به ان جي حوالي ڪئي.

هاڻي ديمتروف پوري ملڪ ۾ شهرت حاصل ڪري چڪو هو — نه رڳو شهرن ۾ ڪم ڪرڻ وارا مزدور، ڪوئلي ۽ پٿر جي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ وارا پورهيت پر دور دراز ڳوٺن ۾ ڪم ڪرڻ وارا هاري به ان کي ڄاڻڻ لڳا هئا. هاڻي ان جي شهرت، پارٽيءَ جي دائري کان ٻاهر پري پري تائين پکڙجي چڪي هئي. هيءُ عمل جيڏانهن وينڊو هو، اتي جي پورهيت طبقي ۾ طبقاتي شعور بيدار ڪندو هو ۽ انهن کي پنهنجي حقن جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ جدوجهد جي تربيت ڏيندو هو ۽ ان نموني سرمائيدارانه نظام خلاف عوام کي انقلاب لاءِ تيار ڪندو هو. ان جدوجهد ۾ ديمتروف جي انقلابي ڪردار ۾ وقتيڪ چمڪ ۽ جلا پيدا ٿي. هُن عوام کي جاڳائڻ ۽ متحد ٿي وڃڻ ۾ نه وسرڻ جوڳي ڪوشش ڪئي. جنهن ۾ هُن جي قائدانه حيثيت جو هرڪنهن اعتراف ڪيو، هُن دشمن خلاف وڙهڻ ۾ جنهن همت ۽ جرئت جو مظاهرو ڪيو هو آن ڪري هي بلغاريه جي پورهيت عوام ۾ نه رڳو مقبول پر ٻوئلڳي ڪرڻ جو نمونو بڻجي چڪو هو. هن پنهنجي عمل، ڪردار ۽ ڪارنامن سان پورهيتن کي ٻڌايو ته دشمن جو مقابلو ڪهڙيءَ طرح ڪيو ويندو آهي. هُن ۾ عوام کي متحد ۽ منظم ڪرڻ جي خاص صلاحيت هئي. هي عوام جي ضرورتن

۽ مطالبن کي فوري طور تي سمجهي ونندو هو. هيءُ مائٽن کي ڪنهن هڪ مقصد ۽ پروگرام تي متحد ڪري ونندو هو. هيءُ عوام کي دشمن جي خلاف جرئت ۽ همت سان جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ونندو هو ۽ ان جون اهي ئي وصفون هيون جن جي ڪري پورهيت عوام ان کي پنهنجو محبوب اڳواڻ ۽ عظيم ليڊر تصور ڪندا هئا. عوام جي ان عظيم اڳواڻ جون هي صلاحيتون ١٩٠٥ع کان پوءِ بلغاريه ۾ پورهيت طبقي جي تحريڪ ۾ هر جاءِ ۽ هر موقعي تي نمايان نظر ايندڙيون رهيون.

انهيءَ سال (١٩٠٥ع) روس جي زبردست انقلاب جو اثر سڄي دنيا سان گڏ بلغاريه ۾ به محسوس ڪيو ويو. هن بلغاريه جي پورهيتن ۾ جوش ۽ خروش پيدا ڪري ڇڏيو. انهن جي عمل ۾ تيزي ۽ سختي اچي وئي ۽ ملڪ ۾ وسيع پيماني تي هڙتالن جو سلسلو شروع ٿي ويو.

١٩٠٦ع ۾ بلغاريه جي پورهيتن پوري ملڪ ۾ زبردست هڙتال ڪئي. جنهن ۾ ملڪ جا تمام صنعتي ۽ ڪاروباري ادارا به شامل هئا. ١٩٠٩ع ۾ پرنيڪ جي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن تاريخي نوعيت جو ڪارنامو سرانجام ڏنو. بلغاريه ۾ انهن جي هڙتال سڀ کان وڏي ۽ ڪامياب هڙتال ثابت ٿي. ان جي نتيجي ۾ ڪابي ڊر جي سوشلزم جا اثر صنعتي ادارن

۾ ڪم ڪرڻ وارن مزورن تائين پکڙجي ويا.

هڙتال پوري ملڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. هڪ طرف سرمائيدار ڪاٺين جا مالڪ ۽ ٻئي طرف بيوس، مجبور ۽ مظلوم ماڻهو هئا. پورهيتن جي هيءَ جرئت واري جدوجهد ٥٣ ڏينهن جاري رهي. ان هڙتال جي تنظيم ۽ اڳواڻي پارٽيءَ ڪئي هئي ۽ ديمتروف ان کي ڪامياب بڻائڻ ۾ بي پناهه ڪوشش ڪئي هئي. هن هڙتال کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ صوفيا جي پارٽيءَ پوري طاقت لڳائي ڇڏي هئي. ڳوٺن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ پورهيت ڪارڪن ۽ شاگرد موڪليا ويا. جن عوام کي صحيح صورتحال کان آگاهه ڪيو.

پارٽيءَ جي تيرهين ڪانگريس ۾ پرنيڪ جي هڙتال جي باري ۾ جيڪا قرارداد منظور ڪئي وئي هئي آها هيءَ هئي.

بلغاريه جي پورهيتن جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي تيرهين ڪانگريس اعلان ڪري ٿي ته:

(١) پرنيڪ جي ڪاٺين ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن جي هڙتال دوران حڪومت جي نمائندن جو ڪردار بي نقاب ٿي ويو آهي.

(٢) اختياريءَ وارن هڙتالين کي دٻائڻ ۽ انهن کي ناڪام بڻائڻ ۽ انهن کي هرقسم جي حقن کان محروم ڪري ڇڏڻ لاءِ پنهنجي طرفان پوري پوري ڪوشش ڪئي آهي.

(٣) پورهيتن جي ان آئيني جدوجهد دوران سرمائيداريءَ جي حامي جماعتن ۽ اخبارن، جيئن ته نالي ماتر سوشلسٽ چوائڻ وارن نه رڳو خاموشي اختيار ڪئي پر مزورن جي مفادن خلاف سرمائيدارن ۽ انهن جي حڪومت جي تائيد ڪندا رهيا آهن.

(٤) انهن سڀني رڪاوٽن جي باوجود هڙتالين جيڪي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جا حامي هئا، پنهنجي جرئت ۽ مستقل مزاجيءَ سان ثابت ڪري ڇڏيو ته پورهيت طبقي جي خلاف سرمائيدارن جو ڪوبه هٿيار، ڪوبه حربو، ڪابه سازش ڪامياب نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري:

١- ڪانگريس انهن سمورن ظلمن ۽ بيقاعدگين جي مذمت ڪري ٿي، جن جو پرنيڪ جي هڙتال دوران هڙتالين خلاف مظاهرو ڪيو ويو آهي.

٢- ڪانگريس سڀني هڙتالين ۽ پورهيتن کي متحد ٿي، پنهنجي حقن جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿي.

٣- جن عناصرن هڙتالين جي جدوجهد واري راهه ۾ حائل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ڪانگريس انهن جي رويي جي مذمت ڪري ٿي ۽ گڏوگڏ هڙتالين جي جرئت ۽ همت جي تعريف ڪري ٿي ۽ انهن کي دعوت ڏئي ٿي ته هو پورهيت عوام جي مفادن جي آزادي، جمهوريت ۽ سوشلزم لاءِ پوري طرح متحد ۽ منظم ٿي جدوجهد ڪندا رهن.

پارٽيءَ جي ڪانگريس کان پوءِ ٿيڻ واري ٽريڊ يونين ڪانگريس ۾ ديمتروف بلغاريه ۾ 'ٽريڊ يونين ۽ ان جا مقصد' جي عنوان تي هڪ رپورٽ مرتب ڪئي جنهن ۾ پورهيتن جي اتحاد ۽ تنظيم تي خاص زور ڏنو ويو هو — وڌيڪ ان رپورٽ ۾ دعوت ڏني وئي هئي ته پرنيڪ جي هڙتال مان (جيڪا ان وقت تائين ختم ٿي چڪي هئي) نتيجا ڪڍيا وڃن.

ان هڙتال مان حاصل ٿيڻ وارن تجربن مان فائدو وٺي ديمتروف ڪيترين صنعتن ۾ ڪم ڪرڻ وارن مزورن کي جيڪي اڃا تائين منظم نه ٿيا هئا، منظم ڪيو ۽ انهن جي تنظيمن جو مرڪزي تنظيم سان جنهن جي اڳواڻي ڪابي ڌر جي سوشلسٽ پارٽي ڪري رهي هئي، الحاق ڪيو. ان احتجاجي تحريڪ ۾ ديمتروف جنهن ڪردار جو مظاهرو ڪيو اهو خاص طور تي قابل تعريف آهي. هيءَ هر جاءِ ۽ هرهنڌ ويو. هروقت، ڏينهن ۽ رات ڊڪ ۽ ڊوڙ ۾ لڳو رهيو. مختلف ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن جي جلسن ۾ تقريرون ڪندو رهيو. ڪڏهن واڍن جي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ انهن کي سوشلسٽ ٽريڊ يونين جي پروگرام تحت متحد ڪندو هو، ڪڏهن ملڪ جي ڏاکڻي حصي ۾ ڦري بندرگاهه جي گودين ۾ ڪم ڪرڻ وارن مزورن جي هڙتال جي ناڪاميءَ وارن سببن جو جائزو وٺندو هو ۽ انهن جي تشريح ڪندو هو. مطلب ته رات ڏينهن چوويهه ڪلاڪ ٿي

پورهيت عوام جي مفادن لاءِ ڏڪ ڏوڙ ڪندو رهيو.

اُن جي انهن ڪوششن جو نتيجو هيءُ نڪتو ته پورهيتن جي مختلف تنظيمن جي ميمبرن جي تعداد ۾ واڌارو ٿيو. ٽرانسپورٽ ورڪرز، کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن ۽ درزين جي تنظيمن خاص طور تي ترقي ڪئي. صنعتي ادارن ۽ ريلوي ۾ ڪم ڪرڻ وارن ڏانهن خاص ڌيان ڏنو ويو. ان نموني ڊيمتروف پارٽيءَ جي مقصدن کي پورهيتن ۾ مشهور ڪيو ۽ هُن بلغاريه جي پورهيت عوام کي اچڻ وارين حالتن لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو.

بلغاريه جي پورهيتن جي پهرين وڏي هڙتال ١٩٠٨ع ۾ ڪپڙي جي ملن ۾ ڪم ڪرڻ وارن ڪئي هئي. ان کان پوءِ ١٩٠٩ع ۾ ماچيس فيڪٽريءَ جي مزورن هڙتال ڪئي.

١٩١٠ع ۾ کاڻين ۽ تماڪ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ وارن هڙتالون ڪيون. ١٩١٣ع ۾ صوفيا ۾ عام هڙتال ٿي. آخري هڙتال جي موقعي تي بلغاريه جي اصلاح پسندن جي جدوجهد ڪرڻ وارن پورهيتن جي پروگرام سان اختلاف ڪري ان اتحاد کي ناممڪن عمل بنائي ڇڏيو هو.

هڙتال جي واڳ ڪابي ڌر جي سوشلسٽن جي هٿن ۾ هئي. ڊيمتروف ان موقعي تي ساراهه جوڳو ڪم ڪيو هو. بلغاريه جي جنرل ورڪرز ٽريڊ يونين جي سيڪريٽري

هٿڻ جي حيثيت سان هو هر ان جاءِ تي پهتو، حتي هڙتال جي سلسلي ۾ ان جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. هُن هر هڙتال ڪميٽيءَ سان رابطو قائم رکيو. هرهنڌ هڙتال ڪميٽيون موجود هيون. انهن سڀني جو نظم ۽ ضبط ديمتروف بحال رکيو ۽ ڪنهن جاءِ تي به انقلاب دشمن طاقتن کي اڳواڻيءَ ۾ دخل انداز ٿيڻ جو موقعو نه ڏنو.

١٩٠٨ع کان ١٩١٢ع جي وچ واري عرصي ۾ پارٽيءَ جي تنظيم ۽ پروگرام تحت ٦٨٠ هڙتالون ٿيون ۽ گهڻو ڪري انهن جي اڳواڻي ديمتروف ڪئي. هن جي شاندار قيادت ۽ اڳواڻي هيٺ پورهيت عوام اصلاح پسنديءَ جي لاڙن کان ڪٽجي انقلابي لاڙن ڏانهن اڳيان وڌندا ويا.

ديمتروف اڻ ٿڪ محنت ڪئي. مزورن ۽ پورهيتن جي سمورن مسئلن تي ڀرپور ڌيان ڏنو. هن ننڍي وڏي هر مزدور تنظيم جي مسئلن تي غور ڪيو ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پورهيتن جي مختلف تنظيمن تي زور ڏنو ته آهي مزورن ۽ پورهيت عوام جي حقن لاءِ لڳاتار سخت جدوجهد ڪنديون رهن — ١٩١١ع ۾ هُن ٻارن ۽ عورتن کان محنت ڪرائڻ جي باري ۾ قانون جي تحفظ لاءِ ۽ ١٩١٢ع ۾ پورهيت عورتن ۽ مردن کي ووٽ ڏيڻ جي تحريڪ هلائي.

ديمتروف بلغاريہ ۾ ٽريڊ يونين جي تحريڪ کي پارٽيءَ جي مقصدن جي سطح تائين آڻڻ ٿي چاهيو. هن پورهيتن کي انهن طاقتن جي خلاف متحد ۽ منظم ٿي جدوجهد ڪرڻ جي دعوت ڏني. جيڪي هڙتال دوران پورهيتن جي مفادن جون مخالف هيون ۽ جن هڙتال کي ناڪام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. مطلب تہ هن بلغاريہ جي پورهيتن کي ملڪ جي سمورن سرمائيدارن خلاف وڙهڻ جي دعوت ڏني هئي.

'جزيره نمائي بلقان' جي رياستن ۾ پهرين سوشل ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس ١٩٠٩ع ۾ ٿي. ان ڪانفرنس سان بلقان جي رياستن جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽين جي پررگرام ۾ هم آهنگي ۽ يڪجهتي پيدا ڪرڻ ۾ چڱي مدد ملي ۽ جنگ جي خطري جو مقابلو گڏجي سڏجي ڪرڻ آسان ٿي ويو. ديمتروف، بلاغوف ۽ پارٽيءَ جي ٻين ليڊرن سان ملي ڪانفرنس ۾ پوري طرح گرمجوشيءَ سان حصو ورتو. ڪابي ڏر جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي باري ۾ هيٺين خيالن جو اظهار ڪيو:

'بلقان جي رياستن جي پهرين سوشل ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي آهي. ان ڪانفرنس ڪري پهريون ڀيرو هنن رياستن جي عوام جا نمائندا پاڻ‌۾ واري ماحول ۾ گڏجي ويٺا آهن. باوجود قومن جي باهمي اختلافن جي پورهيت نمائندن بلقان جي مسئلي جو گڏيل حل معلوم ڪري ورتو.

ان ڪاميابيءَ جو راز 'جزيري نمائي بلقان' جي پورهيت عوام جي مفادن سان دلچسپي ۽ سوشلزم جي حمايت جي جذبي ۾ آهي.

ڏاڪڻي سلاوايه ۽ بلقاني قومون ڀريون ييرو هڪبئي جي ويجهو آيون آهن. ان کان ڀرين صدين کان هي قومون هڪبئي جون مخالف هلنديون پئي آيون. انهن ۾ لڙائين جو سلسلو جاري هو ۽ انهن جا پاڻ ۾ شديد اختلاف هئا ۽ هاڻي انهن قومن جي پورهيت نمائندن ملي ڪري پاڻ ۾ برادرانه تعلقات قائم ڪرڻ ڏانهن ڀريون قدم کنيو آهي ۽ پراڻي مخالفت ۽ پراڻن اختلافن کي ميٽائي ڇڏيو آهي ۽ هاڻي انهن رياستن ۾ هڪ گڏيل قوميت جي تشڪيل بلقان فيڊرل جمهوريه جي ڏهڻ جا امڪان روشن ٿي ويا آهن.'

'انهن ملڪن جي عوام ۾ معاشي، سياسي ۽ نسلي اختلاف بي شمار هئا. جن جو ظاهر ۾ ڪو حل نظر نه ٿي آيو ۽ سرمائيدارن انهن اختلافن کي پنهنجي مفادن جي حاصلات ۽ تحفظ لاء ضروري خيال ڪندي گهڻو اپاريو هو ۽ ظاهر ۾ هي اختلاف عوامي اتحاد جي راهه ۾ حل نه ٿيندڙ مسئلو نظر اچي رهيو هو پر ان ڪانفرنس انهيءَ جو حل ڳولي ورتو ۽ سوشلزم جا پيش ڪيل آهي بنيادي اصول معلوم ڪيا ويا آهن جيڪي هن جزيره نما جي عوام ۾ اتحاد جو سبب بنجي سگهن ٿا. مطلب ته ڪانفرنس نه رڳو معاشي ۽

سياسي اختلاف جي سببن ۽ عمل جي نشاندهي ڪئي آهي پر انهن جو حل به پيش ڪري ڇڏيو آهي.‘

’هن ڪانفرنس جو هڪڙو فائدو هي ٿيو ته جزيره نمائي بلقان جي سمورين رياستن ۾ سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيون پاڻ ۾ هڪبئي جي ويجهو اچي ويون ۽ پورهيت عوام جي خوشحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ وارا حوصلا وڌي ويا.‘

١٩١١ع ۾ پارٽيءَ جي پورهيتن کي عملي جدوجهد لاءِ تيار رهڻ جو حڪم ڏنو ويو — پارٽي بلقان جي جنگ جي خطري کان پورهيتن کي خبردار ڪري ڇڏيو هو. هيءَ جنگ ١٩١٢ع ۾ شروع ٿي وئي هئي.

’اسان کي ٻڌائي ڇڏڻ گهرجي‘ جي عنوان سان ديمتروف هڪ مضمون ۾ لکيو هو: ’سرمائيدارانه حڪمت عملي هڪ نئين جنگ ڏانهن وجي رهي آهي. پورهيتن کي اهڙين حالتن ۾ متحد ٿي وڃڻ گهرجي ۽ امن ۽ آزاديءَ جهڙي عظيم مقصد لاءِ جدوجهد کي اڳتي وڌائڻ گهرجي.‘

ان وقت بلغاريه جا پورهيت ديمتروف جي اڳواڻيءَ ۾ پوري جوش ۽ جذبي سان جدوجهد ۾ مصروف هئا. هيءَ جدوجهد ڪم جي وقت، موڪل، بيروزگاري ۽ ٽيڪس جي باري ۾ حڪومت جي حڪمت عمليءَ جي خلاف هئي.

'پورهيت طبقو مارڪس جي تعليمات مطابق اڳتي وڌندو آهي. هي پنهنجي جدوجهد کي رڳو معاشي مسئلن تائين محدود رکي نٿو سگهي. انهن کي تاريخي ڪردار ادا ڪرڻو هوندو آهي. هي ماڻهو سرمائيدارانه سماج جي خاتمي ۽ سوشلسٽ معاشري جي تعمير لاءِ ڪم ڪندا آهن. هي اقتدار واري طبقي خلاف وڙهندا آهن.'

ديمتروف شروع ۾ ئي جيڪو پروگرام ڪنيو هو ان ۾ معاشي مسئلن سان گڏوگڏ سياسي مسئلا به شامل هئا. هُن ورڪرن کي معاشي ۽ سياسي ٻنهي مقصدن لاءِ وڙهڻ جي تعليم ڏني هئي ۽ تاڪيد ڪيو هو ته معاشي مسئلن سان گڏوگڏ سياسي مسئلن تي به توجهه ڏنو وڃي.

١٩٠٩ع ۽ ١٩١٠ع ۾ ديمتروف پورهيت طبقي جي باري ۾ ڪيترا مضمون لکيا، جن ۾ جدوجهد جي مقصدن ۽ طريقه ڪار جي وضاحت ڪئي وئي هئي — هُن نه رڳو مظاهرن جي اهميت تي لکيو پر پورهيتن کي مظاهرن تي آياريو ۽ انهن کي مظاهرن جي تربيت ڏني. ١٨٩٩ع ۾ صوفيا ۾ 'يوم مئي' جي موقعي تي هڪ مظاهري ۾ هُن پين جي پيٽ ۾ وڏيڪ جوش ۽ جذبي جو مظاهرو ڪيو هو ۽ ١٩١١ع ۾ کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن جي هڙتال دوران مظاهرن جي اڳواڻي ڪئي هئي ۽ پيادل مارچ ۾ به انهن سان گڏ هو.

ديمتروف انهن سڀني غدارن ۽ دشمنن کي بي نقاب

ڪيو، جيڪي پورهيت طبقي ۾ لڪل هئا ۽ سازشن ۾ مصروف هئا. هُن پورهيت طبقي ۾ ان لاڙي خلاف شديد لڙائي وڙهي، جيڪي مارڪسزم جي خلاف هئا. هُن پورهيتن کي انارڪسٽن کان خبردار ڪيو — ١٩١١ع ۾ انقلابي ٽريڊ يونين ڪلب انارڪسٽ ٽريڊ يونينزم جي تبليغ شروع ڪئي ته هُن ان جي مخالفت ڪئي ۽ پورهيتن کي ٻڌايو ته: 'انارڪسزم سرمائيدارن جي هٿن ۾ هٿيار آهي.'

١٩١٠ع ۾ ديمتروف هڪ ڪتابچو لکيو جنهن جو نالو هو 'بلغاريه ۾ ٽريڊ يونين جي تحريڪ'. ان ڪتابچي ۾ هن بلغاريه جي معاشي ترقيءَ تي تبصرو ڪيو هو ۽ ٽريڊ يونين جي ترقيءَ تي روشني وڌي هئي. ان کان سواءِ ١٩٠٤ع کان ١٩١٠ع وارين حالتن، واقعن ۽ مستقبل جي پروگرام جو خاڪو پيش ڪندي هن لکيو هو:

سوشلسٽ ٽريڊ يونين تحريڪ اسان وٽ نهايت ٺوس ۽ مضبوط ڪاميابي حاصل ڪئي آهي — پراڻا ڪمزور ٽريڊ يونين گروپ گذريل چند سالن ۾ ترقي ڪري حقيقي ۽ مضبوط ٽريڊ يونينن ۾ تبديل ٿي ويا آهن. ان قسم جي يونين پوري ملڪ ۾ قائم ٿي چڪي آهي ۽ ان جو اثر هر جاءِ هرهنڌ پهچي رهيو آهي. پورهيت عوام سرمائيدارن خلاف ٻهرڻ کان وڌيڪ جوش، جذبي ۽ جرئت کان ڪم وٺي رهيا آهن. انهن

جي جدوجهد روزبروز تيز کان تيز تر ٿيندي پئي وڃي.'

'پورهيت ملڪ جي مختلف حصن ۾ پکڙيل آهن. آهي ماڻهو مختلف صنعتن ۾ ڪم ڪن ٿا ۽ هڪٻئي سان رابطي نہ هئڻ ڪري بي يار و مددگار هئا. هڪٻئي جا دشمن ۽ مخالف هئا ۽ روحاني طور تي نهايت ڪمزور هئا ۽ هاڻي ٽريڊ يونين جي نظام ۾ گنڍجي، اهي ڪمزور ۽ بي يار و مددگار پورهيت هڪ گڏيل قوت ۽ بهادر فوج بنجي ويا آهن ۽ سرمائيدارانہ استحصال خلاف سيسہ ٺاٺي بيٺا آهن — آزادي ۽ انصاف جي حاصلات لاءِ جدوجهد ۾ مصروف آهن. مطلب تہ هي ماڻهو 'هڪ سڀني لاءِ ۽ سڀ هڪ لاءِ جي اصول تي گڏجي چڪا آهن.'

"ٻولي، قوميت، جنس ۽ مذهب جو ڪوبہ اختلاف، پورهيتن کي متحد ٿيڻ کان نٿو روڪي سگهي. هاڻي انهن کي آزادي، مساوات ۽ خوشيءَ جي حاصلات خاطر جدوجهد ڪرڻ کان ڪوبہ منع نہ ٿو ڪري سگهي. هاڻي مزورن ۽ پورهيتن جي جنگ هڪ حقيقت بنجي چڪي آهي. هاڻي هيءَ حالت آهي تہ جڏهن ڪو گروهہ، پورهيت گروهہ، پنهنجي مفادن لاءِ وڙهي ٿو يا سرمائيدارانہ لٽ ڦر خلاف احتجاجي آواز بلند ڪري ٿو يا وڌيڪ حقن ۽ سهوليتن لاءِ مطالبو ڪري ٿو تہ پورو پورهيت طبقو ان جي مدد لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

مثال طور تماڪ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ وارا مزور جڏهن پنهنجي حقن لاءِ وڙهڻ شروع ڪن ٿا ته هو ان لڙائيءَ ۾ اڪيلا نٿا وڙهن. پر پورو پورهيت عوام ان جي حمايت ۾ اٿي ٿو بيهي. سوشلزم جا اثر هر جاءِ ۾ هرهنڌ پهچي چڪا آهن. سوشلسٽ ٽريڊ يونين تحريڪ هرهنڌ مقبول آهي. مزورن جي دل ۾ نظر ۾ طاقت پيدا ٿي چڪي آهي. هاڻي هي هڪٻئي سان همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ ڪان سواءِ هڪٻئي جي مالي مدد به ڪرڻ لڳا آهن. اهو ئي سبب آهي جو تماڪ جي ورڪرن جي هڙتال خلاف پوري طاقت جي استعمال جي باوجود سرمائيدار پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيا ۽ آخرڪار انهن کي مزورن جي مطالبن آڏو جهڪڻو پيو. ان هڙتال ۾ هڙتالين جي سيني پورهيتن مدد ڪئي هئي. ان لاءِ ته انهن جي فتح سيني جي فتح هئي. مطلب ته پورهيتن جون ڪوششون ظاهر ۾ هڪٻئي کان الڳ الڳ نظر اچن ٿيون پر اصل ۾ انهن جو مقصد هڪ آهي ۽ اهو آهي 'سرمائيدارانه استحصال جو خاتمو.'

'مستقبل جي پروگرام جي باري ۾ ديمتروف هيٺ ڄاڻايل تجويزون پيش ڪيون هيون: 'اسان جنهن راهه تي هلي رهيا آهيون انهن جو صحيح هجڻ، انهن جي شاندار ڪاميابين مان ثابت ٿي چڪو آهي. جيڪي اسان ان راهه ۾ حاصل ڪيون آهن. اسان جي ٽريڊ

يونين تحريڪ نهايت ڪاميابيءَ سان اڳتي وڌي رهي آهي. هيءَ پنهنجي پيرن تي بيهي چڪي آهي. ان ۾ استحڪام ۽ مضبوطي اچي چڪي آهي ۽ هرقسم جي حالتن جي مقابلي لاءِ پوريءَ طرح تيار ۽ مسلح ٿي چڪي آهي.

بلغاريه جو پورهيت آهي عورتون هجن يا مرد — سڀني کي گهرجي ته ٽريڊ يونين نظام تحت متحد ٿي وڃن. سڀ جا سڀ ٻماڪنهن دير جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جا علمبردار بنجي وڃن ۽ آزاديءَ ۽ خوشيءَ جي حاصلات لاءِ منظم ٿي جدوجهد ڪن.

ڊيمتروف جي ڪوششن جي نتيجي ۾ بلغاريه جي پورهيتن، سويڊن جي هڙتالين جي مدد لاءِ فنڊ گڏ ڪيو هو — هن بلغاريه کان هجرت ڪري امريڪا هليو ويل وارن ذريعي امريڪا جي پورهيت طبقي جي اڳواڻي ڪئي هئي. ١٩١٠ع ۾ هن امريڪا جي پورهيتن طرفان بلغاريه جي هڙتالين جي مدد جو بندوبست ڪيو هو. ١٩١٢ع ۾ هن بلغاريه جي پورهيتن طرفان برطانيه جي پورهيتن کي مدد ڏيڻ جو بندوبست ڪيو هو. ساڳئي سال بلغاريه جي ورڪرز ٽريڊ يونين جو تعلق سويس ۽ اسپين جي ٽريڊ يونينن سان قائم ٿيو. ٽريڊ يونين ۽ پارٽيءَ جي پريس بلغاريه جي جنرل ورڪرز ٽريڊ يونين جي بين الاقوامي تعلقاتن تي جيڪا ڊيمتروف جي رهنمائي ۾ قائم ٿي هئي، ڀرپور تبصرو ڪيو.

بلغاريہ جي اصلاح پسندن کي ديمتروف جي جدوجهد ۽ ان جي نتيجن سان اختلاف هو. جيئن تہ هو سڀ انهيءَ جا مخالف هئا. هُن جي هڪ شديد مخالف چيو هو تہ 'صوفيا ۾ ڪٿي بہ هڙتال ٿيندي، ديمتروف آتي موجود هوندو آهي.' پورهيتن جي انقلابي تحريڪ جي مخالفن ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪئي تہ ديمتروف کي ختم ڪري ڇڏين. ١٩١٠ع ۾ جڏهن ديمتروف ڪاٺين ۾ ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن جي هڪ جلسي ۾ تقرير ڪري رهيو هو تہ ان تي گولي هلائي وئي. گولي ان جي مٿي مٿان گذري وئي ۽ هو ذري گهٽ بچي ويو. پوءِ معلوم ٿيو تہ گولي هلائڻ وارو اصلاح پسندن جو هڪ مقامي ليڊر هو. ان موقعي تي بہ ديمتروف نہ ڊنو — هن پنهنجي تقرير لاڳيتو جاري رکي ۽ پورهيت طبقي جي دشمنن کي اگهاڙو ڪندو رهيو.

١٩١١ع جو واقعو آهي تہ ديمتروف هڪ ڳوٺ ۾ مزورن جي جلسي ۾ تقرير ڪري رهيو هو تہ اتان جي غدارن ان تي حملو ڪيو. هنن چاهيو ٿي تہ ان کي ماري ڇڏين. پر انهن کي پنهنجي ناپاڪ ارادن ۾ ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو. جلسو ختم ٿيو تہ عوام ديمتروف جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ شاندار جلوس ڪڍيو.

ديمتروف پنهنجي ڪتاب 'بلغاريہ ۾ ٽريڊ يونين تحريڪ جي ترقي' جي ديباچي ۾ هڪ اصلاح پسند ليڊر جي منافقت ۽ غداريءَ تان پردو کنيو هو. هيءَ

ڪتاب ۱۹۱۱ع ۾ ڇپيو هو. آهو اصلاح پسند ليبر حقيقت ۾ جاچوسي پوليس جو پاڙيتو هو. هُن ديمتروف خلاف پنهنجي توهين جي دعويٰ داخل ڪري ڇڏي. عدالت ۾ ديمتروف اصلاح پسندن جي منافقت جي وضاحت ۽ پورهيتن جي مقصدن ۽ طريقہ ڪار جي تشريح ڪئي ۽ سرمائيدارن جي عدالت پنهنجي اڳوڻين روايتن مطابق مدعي جي حق ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ ٽريڊ يونين تحريڪ جي نوجوان اڳواڻ کي صوفيا جي ’ڪاري مسجد‘ ۾ قيد ڪري ڇڏيو. هيءَ مسجد ترڪن جي وقت جي يادگار آهي. جنهن کي ترڪن جي اقتدار کان پوءِ جيل ۾ تبديل ڪيو ويو هو. قيد وارو عرصو بہ ديمتروف بيڪار نہ گذاريو هو. هو جيل جي پابندين جي باوجود دنيا جي حالتن کان باخبر رهيو. هن پارٽيءَ جي اخبار لاءِ مضمون لکيا. جن ۾ رجعت پسندن، ۽ حڪومت جي انقلاب دشمن حڪمت عمليءَ کي اگهاڙو ڪيو ويو هو.

ديمتروف نہ رڳو بلغاريہ جي اصلاح پسندن جي خلاف جنگ ڪئي، پر **’هن بين الاقوامي سطح تي بہ اصلاح پسندن خلاف جهاد ڪيو.‘** جيڪي ماڻهو بين الاقوامي سطح تي ٿيڻ وارين ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندا رهندا آهن. اهي چاڻن ٿا تہ هُن ڪهڙي جرئت ۽ بهادريءَ سان اصلاح پسندن جو مقابلو ڪيو!!

بلغاريہ جي ڪابي ڏر جي سوشلسٽ بلغاريہ جي اصلاح پسندن کي بين الاقوامي ڪانفرنسن مان ڪڍڻ جي تحريڪ شروع ڪئي هئي. هنن چاهيو ٿي تہ پارٽيءَ کي ڏوس اُصولن تي مضبوط ڪجي. هنن بين الاقوامي اصلاح پسندن جي نمائندن جو دليريءَ سان مقابلو ڪيو ۽ انهن کي پنهنجي مقصدن ۾ ناڪام ڪري ڇڏيو. هي ماڻهو بلغاريہ جي اصلاح پسندن سان ملي پيڳهت ڪرڻ آيا هئا. ٽراٽسڪي 'Trotsky' ۽ راڪوفسڪي (Rakovsky) بہ انهن ۾ شامل هئا. هي ٻئي شڪست کائي بلغاريہ کان واپس موٽيا. ديمتروف ۽ بلغاريہ جي ڪابي ڏر جي ٻين سوشلسٽ ليڊرن، انهن موقعي پرستن خلاف ڪامياب جدوجهد ڪئي، جيڪي بي بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ ٻين کان پيش پيش نظر اچي رهيا هئا. ١٩١١ع ۾ بڊاپيسٽ (Budapest) ۾ هڪ خاص اجلاس ٿيو. جنهن جو مقصد بلغاريہ جي حالتن ۽ مسئلن تي غور ڪرڻ هو. ان موقعي تي بہ ديمتروف ۽ بلغاريہ جي ڪابي ڏر جي سوشلسٽ ليڊرن پارٽيءَ مفادن جي دفاع سان گڏوگڏ بلغاريہ جي اصلاح پسندن جي منافقت ۽ غداريءَ جو پردو خوب چاڪ ڪيو.

بوڊاپيسٽ (Budapest) جي ان اجلاس ۾ ڪافي سوچ ويچار ۽ بحث مباحثي کان پوءِ فيصلو ڪيو ويو تہ بلغاريہ جي اصلاح پسندن جي ٽريڊ يونينن کي بين الاقوامي يونين جي تنظيم مان ڪڍيو وڃي. اجلاس

جي طرفان هڪ تجربيڪار اڳواڻ ڪي بلغاريه موڪليو ويو جنهن جو مقصد اصلاح پسندن ۽ ڪاپي ڌر جي سوشلسٽن ۾ ناهه ڪرائڻ هو.

اپريل ١٩١٤ع ۾ صوفيا ۾ ڪيترا اجلاس ٿيا پر اصلاح پسندن ۽ ڪاپي ڌر جي سوشلسٽن ۾ ناهه نه ٿي سگهيو. ديمتروف طبقاتي جدوجهد جي اصولن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ جو حامي هو ۽ اهاڪاڻهه اصلاح پسندن جي خلاف هئي.

ديمتروف پنهنجي تقريرن ۾ انقلاب پسندن جي نظرين جي وضاحت سان گڏوگڏ اصلاح پسندن جي خيالن جي ترديد ڪئي.

# عوام جي حقن جو محافظ اڳواڻ

[ڪاري ڪڪر هيٺ، مون جهيڙينديءَ ڇڏيا،
ڪارا ڪينڌ هٿن ۾، آڙل ۽ ڇيرا هيٺ،
ٿي تنين سين ڏيٺ، موٽي جنين مهٽو!]
(شاهه)

١٩١٣ع کان ١٩٢٣ع جي ڏهن سالن وارو زمانو ديمتروف جي انقلابي زندگيءَ ٻي جي ڏهائي هئي. انهن ڏهن سالن جي عرصي ۾ هن ڪيترن اهم عهدن تي رهي ڪم ڪيو. هو ڪاٻي ڌر جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي طرفان پارٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. صوفيا جي ميونسپل ڪائونسل ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ۾ به عوام جي نمائندگي ڪندو رهيو. ديمتروف نه رڳو بلغاريه پر پوري ڏکڻ يورپ ۾ پهريون شخص هو جنهن پارليامينٽ ۾ پورهيت طبقي جي نمائندگي ڪئي.

ديمتروف ٣١ سالن جو هو، هن پنهنجي ذهانت، قابليت ۽ خطيبانه صلاحيت ڪري ڪاٻي ڌر جي سوشلسٽن جي پارليماني گروپ ۾ پنهنجي لاءِ مقام پيدا ڪري ورتو هو. هي غريبن کي لٽڻ وارن ڦورو طبقن خلاف هو ۽ پارليامينٽ ۾ پورهيتن جي حق ۾ آواز بلند

ڪندو هو. هُن پارليامينٽ ڪي پورهيتن جي مفادن جو ترجمان ۽ پارٽيءَ جي حڪمت عمليءَ جي توسيع ۽ تشريح جو ذريعو بنائي ڇڏيو هو. هي عوام ۽ ملڪ جي مفادن جي حمايت ۽ حفاظت ۾ ڳالهائيندو هو. هُن پارليامينٽ ۽ ميونسپل ڪائونسلن جي جلسن ۾ پورهيتن ۽ انهن جي جماعت جي مفاد ۽ پروگرام جو سدائين بچاءُ ڪيو ۽ هر قسم جي ناانصافيءَ خلاف جدوجهد ڪئي. ديمتروف پارليامينٽ جي غيرضروري پابندين جو احترام مٿي رکي، پورهيتن جي مفادن لاءِ ڪم ڪيو ۽ ان وقت عوام جي مفاد جي ضرورت به اها ئي هئي.

پارليامينٽ ۾ ان جي هر تقرير سرمائيدارن جي نمائندن تي تنقيد هوندي هئي. ان جي تقرير شروع ۾ ڪابي ڌر جي سوشلسٽن ۽ سرمائيدارن جي نمائندن درميان ويڙهه ۽ مناظري جي صورت اختيار ڪندي هئي. ان جي انهن تقريرن؛ جن ۾ سرمائيدارن خلاف باهه اوڳاري ويندي هئي انهن کيس عوام ۾ مقبول ۽ ڪامياب ترين اڳواڻ بنائي ڇڏيو هو.

هُن پارليامينٽ ۾ هر مسئلي تي بحث ڪيو. پورهيتن جي زندگي ۽ انهن جي جدوجهد تي سوال اٿاريا. فوج ۽ پوليس جي ظلمن خلاف احتجاجي آواز بلند ڪيا. ٻارن ۽ عورتن جي باري ۾ محنت جي قانون جي کُلي نموني خلاف ورزيءَ تي اعتراض ڪيو.

بيڪاريءَ جو شڪار ٿيڻ وارن جي جذبن ۽ احساسن
جي ترجماني ڪئي. سرڪاري آفيسرن جي بدديانتين
۽ بيايمانين جو پردو چاڪ ڪيو. سرڪاري ملازمن
جي مفادن جي تحفظ لاءِ ڪم ڪيو. غيرملڪي
پورهيتن جي قيد ۽ نظربندين تي احتجاج ڪيو ۽ هُن
پارليامينٽ جي سامهون هي مطالبو رکيو ته جيڪي
ماڻهو ١٩١٢ع ۽ ١٩١٣ع ۾ وڙهي وڃڻ واري جنگ
بلقان جا ذميوار آهن، انهن خلاف قانوني ۽ عدالتي
ڪاروائي ڪئي وڃي. ديمتروف بلغاريه ۾ رومي جنن
رهڻ جي مخالفت ڪئي جيڪي انقلاب لاءِ غيرقانوني
طور تي ١٩١٩ع ۽ ١٩٢٠ع ۾ بلغاريه هليا آيا هئا.

صوفيا جي ميونسپل ڪائونسل ۾ ديمتروف ڪاني
ڏر جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي انهن مقصدن لاءِ ڪم
ڪيو جن لاءِ بلاغوف ۽ ڪراڪوف گذريل ڪيترن
سالن ڏائين ڪم ڪري چڪا هئا.

ميونسپل ڪائونسل جي هر اجلاس ۾ ديمتروف
عوامي مسئلن جي باري ۾ بحث ڪندو هو. ماڻهن جي
ڪاڌي، رهائش ۽ روزگار جي باري ۾ سوال ڪندو هو
۽ زور ڏيندو هو ته ميونسپل ڪائونسل عوام لاءِ ڪاڌي،
رهائش ۽ روزگار جو بندوبست ڪري. رهائشي گهرن
جي مسواڙن ۽ عوامي شين جي قيمتن ۾ گهٽتائي،
ميونسپل علائقي ۽ بي روزگارن لاءِ ڪارخانن جو قيام
۽ ذخيره اندوزيءَ جي ضبطيءَ جو روزانو مطالبو ڪندو

هو ۽ ميونسپل ڪائونسل جي بيقاعدگين تي احتجاج ڪندو هو. جن ماڻهن ناجائز طور تي ميونسپل علائقي جي زمينن تي قبضو ڪري ورتو آهي انهن کي ميونسپل ڪائونسل جي طرفان زمين ڏني وڃي. هن ٽرام وي ۽ بجليءَ جي محڪمن ۾ ڪم ڪرڻ وارن جي حقن لاءِ آواز بلند ڪيا ۽ جن جوانن کي فوج ۾ گهرايو ويو هو انهن جي پونيئرن لاءِ امداد ۽ عام پورهيتن ۽ ملازمن جي پگهارن ۾ اضافي جو مطالبو ڪيو ۽ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته ميونسپل ڪائونسل جي ملازمن کي پينشن جا حق ڏنا وڃن — شهر جي وسندڙ علائقن ۽ محلن جي ترقي ۽ زميندارن ۽ سرمائيدارن تي ٽيڪس لڳايو وڃي. هن ميونسپل جي خفيه اجلاسن جي مخالفت ڪئي ۽ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته جلسي جي ڪاروائي باقاعدگي سان ڇپائي وڃي. هن ميونسپل ڪائونسل جي بجيٽ، نظم ۽ نسق ۾ خودمختياريءَ جو مطالبو ڪيو.

صوفيا جي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي اجلاس ۾ ديمتروف سرڪاري آفيسرن جي بدعنوانين کي بينقاب ڪيو ۽ ظاهر ڪيو ته هي ماڻهو ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ غريب عوام سان ڪهڙي نه نموني ناجائز ۽ ڏوهين جهڙو سلوڪ ڪن ٿا.

مطلب ته ديمتروف جا ڪارناما گهڻن ۽ مختلف نمونن جا آهن. هن سامراج پسندن جي ويڙهه ۾ بلغاريه

جي مخالفت ڪئي. هُن فوج جي عزمن کي عوام سامهون بي نقاب ڪيو. هُن جنگي قيدين جي باري ۾ پنهنجا فرض ادا ڪيا. هُن پارٽيءَ جي امن پسندانه پاليسي ۽ جنگ خلاف لاڙن جي پوري نموني تشريح ڪئي. هُن ۽ آن جي ساٿين پهرين عالمي جنگ جي موقعي تي حڪومت جي ان مطالبي جي مخالفت ڪئي ته عوام حڪومت کي جنگ لاءِ قرض ڏي.

١٩١٤ع ۾ جنگ شروع ٿي ته مختلف ملڪن جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽين پنهنجي پنهنجي ملڪ جي سرمائيدارن جي حمايت ڪئي. رڳو بلغاريه جي پارٽي هئي، جنهن بجاءِ سرمائيدارن جي حمايت جي لينن جي آصولن تي عمل ڪندي عوام کي سرمائيدارن خلاف جنگ ڪرڻ ۽ سامراج جي جنگ کي عوامي جنگ ۾ بدلائي ڇڏڻ جي دعوت ڏني.

بلغاريه سيپٽمبر ١٩١٥ع ۾ جنگ ۾ شريڪ ٿيو هو. ان ڏينهن کان بلغاريه جي ڪاپي ٽر وارن سوشلسٽن روس جي بالشويڪين جي آصولن تي هلڻ شروع ڪري ڇڏيو هو ۽ انهن عناصرن جي ظاهر ظهور مخالفت ڪرڻ لڳا هئا جيڪي پورهيتن جي بين الاقوامي اتحاد خلاف سازش ۾ مصروف هئا. بلغاريه جي پارٽي وطن پرست سوشلسٽن خلاف هئي. وطن پرست سوشلسٽ پورهيت عوام کي سرمائيدارن جي مفاد تي قربان ڪري رهيا هئا. هي غير ملڪي سامراج جا حامي ۽ ايجنٽ هئا.

پارٽيءَ جي نمائندي ۽ بلغاريه جي ٽريڊ يونين جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان ديمتروف بلقان سوشلسٽ فيڊريشن مووميٽ لاءِ خاص طور تي ڪم ڪيو ۽ يورهيتن کي ان تحريڪ تي متحد ۽ متفق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان تحريڪ جو هڪ وڏو ۽ اهم مقصد جزيره نمائي بلقان کي جنگ ۾ شموليت کان بچائڻ هو. هيءَ تحريڪ ١٩١٠ع ۾ شروع ٿي. ١٩١١ع ۾ ديمتروف جي ڪوشش سان سربيا ۽ بلغاريه ٽريڊ يونين ۾ ناهه ٿي ويو، ۽ جلد ئي رومانيه جي ٽريڊ يونين به ان ناهه ۾ شريڪ ٿي وئي. ١٩٢٠ع ۾ ديمتروف پارٽي نمائندي جي حيثيت سان رومانيه جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. ان ڪانفرنس جو مقصد بلغاريه ۽ رومانيه جي يورهيتن کي بلقان واري جنگ خلاف گڏ ڪرڻ هو. ان وقت ان جنگ جون تياريون جاري هيون. رومانيه پوليس ان بهادر، انقلابي کي جيڪو بلقان جي رياستن جي يورهيتن کي جنگ خلاف متحد ڪري رهيو هو، گرفتار ڪري ملڪ مان ڪڍي ڇڏيو—!

١٩١٥ع ۾ گرميءَ جي موسم ۾ ٻي بلقان سوشل ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس رومانيه ۾ ٿي. ان ۾ ديمتروف ۽ ان جي ساٿين سرگرميءَ سان حصو ورتو. سيپٽمبر ١٩١٥ع ۾ ڪاپي ٽز جي سوشلسٽ پارٽي هڪ منشور شايع ڪيو. جنهن ۾ بلغاريه جي عوام کي جنگ خلاف جدوجهد جي دعوت ڏني وئي هئي. منشور ۾ بلغاريه

جي شاهه پسندن ۽ سرمائيدارن جي ارادن کي اگهاڙو ڪيو ويو هو. حڪومت ان تي فوجن کي بغاوت تي آماده ڪرڻ جي ڪوشش جو الزام لڳايو. پر ان وقت حڪومت ۾ ڪابي ڏر جي سوشلسٽن تي هٿ کڻڻ جي همت نه ٿي. ماڻهو سوشلسٽن سان گڏ هئا ۽ ملڪ ۾ بغاوت ٿي وڃڻ جو خطرو هو. ان ڪري ديمتروف خلاف ڪاروائي نه ٿي سگهي. تڏهن به ان ڪانپوءِ حڪومت ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪئي ته ديمتروف کي ڪنهن نه ڪنهن نموني سزا ڏئي قيد ڪيو وڃي.

جنگ دوران روس جي انقلاب کان فوراً ئي پوءِ ديمتروف ڊراما ضلعي ويو ۽ فوج ۽ پوليس جي هزارين ڪوششن ڪانپوءِ به هُن محاذ تي سپاهين کي خطاب ڪيو ۽ خفيه جلسا ڪري، فوجين کي جنگ جي صحيح صورتحال ۽ روسي انقلاب کان واقف ڪيو. ان جي انهن زبردست ڪوششن جي نتيجي ۾ ڊراما ۾ ورڪرز ڪلب قائم ٿي وئي. حالانڪ ان قسم جي ڪلب قائم ڪرڻ تي حڪومت پابندي لڳائي رکي هئي. گاڏي ۾ سفر ڪري رهيو هو. سفر دوران جنگ جي محاذ تان واپس اچڻ وارو هڪ زخمي سپاهي ان گاڏي ۾ آيو. ڪرنل ان کي دٻائي گاڏي مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو. ان تي ديمتروف سپاهي جي حمايت ڪئي ۽ ڪرنل سان ان جي تلخ ڪلامي ٿي وئي. آخر ڪرنل جي شڪايت تي ديمتروف جي خلاف ڪيس هلايو ويو.

جنهن ۾ ان تي الزام لڳايو ويو ته هن هڪ فوجي سپاهي کي فوجي آفيسر خلاف بغاوت تي آماريو آهي. عدالت انکي ٽي سال قيد تنهائيءَ ۾ رکڻ جو حڪم ڏنو.

ديمتروف صوفيا ۾ قيد دوران پنهنجي معلومات ۾ واڌاري سان گڏوگڏ جرمن زبان به سکي ورتي. هُن لينن جي ڪتاب 'سياست ۽ انقلاب' جو مطالعو ڪيو ۽ آخر ۾ ان ڪتاب جو بلغاريه ٽي زبان ۾ ترجمو ڪيو —

قيدخاني ۾ به هن ملڪ جي سياسي حالتن تي نظر رکي ۽ عوام جي رهنمائي ڪندو رهيو. هن هڪ خط ۾ تجويز پيش ڪئي ته زرعي يونين سان اتحاد ڪيو وڃي. ان وقت زرعي يونين جو اڳواڻ ستامبولسڪي (Stambolisky) به صوفيائي جي قيدخاني ۾ هو.

ديمتروف اڃا قيد ۾ ئي هو ته پورهيتن بغاوت ڪري ڇڏي ۽ محاذ تي وڙهڻ وارن سپاهين وڙهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. باغين مسلح ٿي صوفيا تي چڙهائي ڪري ڇڏي. جن مانهن بلغاريه کي خوامخواه جنگ جي باهه ۾ وڌو هو. آهو سڀ صوفيا ۾ ئي ٿيو. باغين ديمتروف ۽ ٻين اڳواڻن جي آزاديءَ جو مطالبو ڪيو. اهي اڳواڻ ان وقت صوفيا جي جيل ۾ هئا —

حڪومت عوامي مطالبن کان مجبور ٿي زرعي يونين جي اڳواڻن کي آزاد ڪري ڇڏيو پر ديمتروف کي ساڳيو جيل ۾ رکيو. آزاد ٿيڻ وارن اڳواڻن باغي

سپاهين کي گڏ ڪري جمهوري حقن جو مطالبو ڪيو. اهڙي نموني حڪومت ۽ جمهوريت پسندن ۾ جنگ شروع ٿي وئي. ان موقعي تي جرمني فوجن جمهوريت پسندن خلاف حڪمراني طبقي جي مدد ڪئي هئي.

حڪومت جرمني فوجن جي مدد سان بغاوت کي ناڪام ڪري ڇڏيو. پر بغاوت جي للڪار ساري ملڪ ۾ پکڙي وئي ۽ هر هنڌ عوام، پوليس ۽ فوج جو مقابلو ڪيو. ان بغاوت ۾ عوام جو خاص مطالبو ديمتروف جي آزاديءَ جو هو. حڪمران طبقو ان جي آزاديءَ خلاف هو پر عوام جي بي پناهه جوش ۽ مطالبي، انهن کي ديمتروف کي آزاد ڪري ڇڏڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ۽ ڊسمبر ١٩١٨ع ۾ ديمتروف صوفيا جي سينٽرل جيل مان ٻاهر نڪتو. ديمتروف آزاد ٿيڻ کانپوءِ نئين سر انقلاب لاءِ جدوجهد شروع ڪري ڇڏي. باوجود جنگي حالتن جي هُن ڪانئين ۾ ڪم ڪرڻ وارن جو اجلاس گهرايو. ١٩١٩ع ۾ ان کي انقلابي سرگرمين جي ڪري قيد ڪيو ويو. ان جي گرفتاريءَ جي خبر صوفيا پهتي ته اتان جي عوام هڪ شاندار جلوس ڪڍيو. احتجاجي مظاهرا ڪيا ۽ ان جي آزاديءَ جو مطالبو ڪيو. ان وقت صوفيا تي برطانوي ۽ فرانسيسي فوجن جو قبضو هو. جڏهن هنن نعرا لڳائيندي عوامي جلوس ڏٺو ۽ معلوم ڪيو ته ماڻهو ديمتروف جي آزاديءَ جو

مطالبو ڪري رهيا آهن ته آهي ماڻهو به جلوس ۾ شامل ٿي ويا—

جلوس پارٽيءَ جي اڳواڻي ۾ ڪڍيو ويو هو. ان ۾ پورهيت طبقي جو تمام وڏو تعداد شريڪ هو. حڪومت عوام جي جوش جذبي ۽ مظاهري کان گهٻرائجي وئي ۽ ديمتروف کي فوري طور تي آزاد ڪري ڇڏيو. آزاديءَ کانپوءِ ديمتروف پارٽي ڪلب ۾ پورهيتن کي خطاب ڪيو.

١٩١٩ع جو پورو سال جدوجهد ۾ گذريو. ديمتروف صوفيا جي پورهيتن جي اميدن جو سهارو ۽ نظرن جو مرڪز رهيو. ان سال ٽي انٽرنيشنل ڪئي ٿي. جنهن ۾ ڪابي ڏر جي سوشلسٽ پارٽي بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نالي سان شريڪ ٿي—

ٽي انٽرنيشنل يعني ڪميونسٽ انٽرنيشنل ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نالو، بلغاريه جي ڪابي ڏر جي سوشلسٽن لاءِ ڪا نئين شيءِ نه هو. بلاڪوف ٻي انٽرنيشنل جي ناڪاميءَ کانپوءِ ١٩١٤ع ۾ ئي ان مسئلي تي روشني وجهي ڇڏي هئي—

بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽي بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جي تنظيم 'Comintern' جي اڳواڻي ۾ تيزي سان ترقي ڪئي. انهن جي سامهون روس جي بالشويڪ پارٽيءَ جا تجربا هئا. جن مان انهن پورو پورو فائدو ورتو هو. 'ڪومنٽرن' 'Comintern' جي رهنمائي ۾

پارٽي رجعت پسندن کي شڪست ڏيڻ ۽ بلغاريه ڏي عوام جي مدد ڪرڻ ۾ پوري پوري ڪاميابي حاصل ڪئي.

١٩١٩ع جي آخر ۾ ديمتروف وري پرنيڪ 'Pernik' پهتو ۽ باوجود مشڪلاتن ۽ هنگامي حالتن جي هُن ڪانئين ۾ ڪم ڪرڻ وارن جي هڙتال منظم ڪئي ۽ حڪمران طبقي هڙتالين کي ناڪام ڪرڻ ۽ انهن جي جلسن کي غير قانوني قرار ڏيڻ ۽ ديمتروف کي تقرير کان روڪڻ جي بي حد ڪوشش ڪئي. ان نموني پورهيتن ۽ پوليس ۾ ڪشيدگي وڌي وئي. پوليس پوري طرح مسلح هئي. فوج به ان جي مدد ڪري رهي هئي پر عوام ڊڄي نه سگهيو. آخر تصادم ٿيو. نتيجي ۾ هڪ آفيسر ماريو ويو. ڪيترائي ماڻهو گرفتار ڪيا ويا. پوليس ديمتروف کي گرفتار ڪرڻ لاءِ اڻٿڪ جدوجهد ڪئي پر ان کي گرفتار نه ڪري سگهيا. پورهيتن ان کي پوليس جي گهيري مان ڪڍي صوفيا پهچائي ڇڏيو. فوجي آفيسر جي قتل جي الزام ۾ جن پورهيتن خلاف فوجي عدالت ۾ ڪيس هلايو ويو. ان جي بچاءَ جا سمورا انتظام ديمتروف ڪيا. آخر ان مرد مجاهد جي قابليت عوام جي احتجاج، ۽ خود ملزمن جي استقلال، انهن کي سزا کان بچائي ورتو ۽ حڪمران ڊر جا ماڻهو هٿوڙ ۾ ڏند ڪرٽيندا رهجي ويا.

ديمتروف صوفيا جي پورهيتن جي قيادت ڪئي ۽

هُن هلي ڦري ڪري جلسا ڪرڻ ۽ ميٽنگون ڪرائڻ جو طريقو رائج ڪيو. سارو سارو ڏينهن جلسا ٿيندا رهندا هئا. اڄا هڪڙي جاءِ تي جلسو آهي ۽ جلسو ٿئي پيو ته ٿوري دير ڪانپوءِ وري ٻي جاءِ تي ميٽنگ ٿيڻي هوندي هئي. هر ڳوٺ ۽ هر شهر ۾ جلسا ٿيا. روز پوليس سان تصادم ٿيندو هو. مطلب ڏينهن رات چوويهہ ئي ڪلاڪ جدوجهد ۽ ڊڪ ڊوڙ جو سلسلو جاري ٿي ويو. ڪميونسٽ پارٽي انهن پورهيتن جي آزادي ۽ عام معافي لاءِ ڪوشش ڪري رهي هئي. جن کي فوجي عدالتن سزائون ڏنيون هيون ۽ ان سان گڏ ئي پارٽي مطالبو ڪري رهي هئي ته جنگ جي اصل ڏوهارين کي سزائون ڏنيون وڃن. جن بنا سبب ملڪ کي جنگ جي آڙاهہ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو. پارٽي اتحاد نيولي 'Neuilly - Treaty' جنهن مطابق بلغاريه جي صوبي مقدونيه جو هڪ حصو يونان ۽ يوگوسلاويه جي حوالي ڪيو ويو هو ۽ بلغاريه تي جنگ جو ڏنڊ وڌو ويو هو ۽ ان جي فوجن کي غيرمسلح ڪيو ويو هو. ان جي خلاف احتجاج ڪري رهي هئي ۽ گڏوگڏ استعمال جي شين جي مهانگائي ۽ رهائشي گهرن جي کوٽ پوري ڪرڻ جو مطالبو ڪري رهي هئي. پارٽي جي انهن سمورين ڪوششن جو اصلي روح ۽ محرڪ ديمتروف هو ۽ ان جي اڻٿڪ ڪوششن سان ئي هي سڀڪجهہ ٿي رهيو هو.

انقلاب لاءِ جدوجهد جو ڪوبہ اهڙو پهلو نہ هو.
جيڪو ديمتروف جي قابليت ۽ اعليٰ صلاحيتن جو مظهر
نہ هجي پارٽي سمورن غريبن ۽ بيوس عوام جي حقن
لاءِ وڙهي رهي هئي. هڪ رستي تي مظاهري دوران
تي پوره‍يت ماريا ويا. انهن جو ماتمي جلوس هڪ
زبردست مظاهري جي صورت اختيار ڪري ويو هو.
پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جا ميمبر ۽ ديمتروف
هن احتجاجي جلوس جي اڳواڻي ڪندي اڳيان اڳيان
هلي رهيا هئا ۽ پوليس سان هٿو هٿ ويڙهہ جاري هئي.
هيءَ منظر ديمتروف جي جرئت جي تصوير هو.

ديمتروف نہ رڳو صوفيا پر پوري ملڪ ۾ پورهيتن
جي اڳواڻي ڪري رهيو هو. ان جي جرئت ۽ بيباڪي
مزورن ۽ عوام جي حوصلي کي وڌائي ڇڏيو. ان جي
مستقل مزاجي، ذهانت ۽ ولولہ انگيز تقريرن، حڪومت
کي مشتعل ڪري ڇڏيو هو.

١٩١٩ع ۾ ديمتروف ملڪ جي مختلف جاين جو
دورو ڪيو. شمالي بلغاريہ جي علائقي ۾ ان جي هڪ
دوري جو هڪ يادگار واقعو آهي تہ هو سرڪاري
پابندين جي باوجود تقرير ڪري رهيو هو. جنهن هال
۾ جلسو هو، آهو ٻڌندڙن کان گهڻو ننڍو هو ۽
ڪيترائي هال کان ٻاهر بيهي ان جي تقرير ٻڌي، نعرا
هڻي رهيا هئا ۽ هر هر تاڙيون وڄائي رهيا هئا. ايتري
۾ پوليس اچي وئي. ديمتروف ڏسي ورتو تہ پوليس اچي

رهي آهي پر هُن تقرير جاري رکي. ان دوران پوليس جو هڪ آفيسر ديمتروف جي ويجهو آيو، ۽ رڙ ڪري چوڻ لڳو ’خاموش‘ ديمتروف ڳالهه پڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي ۽ تقرير جاري رکي. هر شخص جي نظر مقرر تي هئي، ماڻهو ان جي حرڪت ۽ نمونن، ڳالهه ۽ انداز جو چڱي نموني جائزو وٺي رهيا هئا. باوجود پوليس جي مُداخلت جي ڪوبه ماڻهو پنهنجي جاءِ تان نه هٽيو. هاڻي پوليس آفيسر ديمتروف جي بلڪل ويجهو پهچي چڪو هو، پر هن جي تقرير بدستور جاري رهي. آخر پوليس آفيسر رڙ ڪندي چيو: ’خاموش ٿيءُ نه ته گولي هلائيندس.‘ ان تي ڪارڪنن جي هڪ جٿي ديمتروف کي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو. آهي ماڻهو مرڻ مارڻ تي تيار ٿي ويا. پوليس آفيسر ريوالور ڪڍي مقرر ڏانهن ڪري ڇڏيو ۽ گولي هلائڻ جي ڌمڪي ڏني. مقرر تي ان ڌمڪيءَ جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو ۽ هو پارٽيءَ جي مقصدن لاءِ جدوجهد جي دعوت ڏيندو رهيو. آخر ريوالور هليو. ان جي آواز ۾ مقرر جي تقرير جا آخري لفظ دٻجي رهجي ويا. هال ۾ ويڙهه شروع ٿي وئي. پوليس کي فراريت واري راهه اختيار ڪرڻي پيئي ۽ ورڪرن جي هڪ دستي ديمتروف کي خيريت سان اسٽيشن تي وٺي گاڏي ۾ ويهاري ڇڏيو.

٢٣ ڊسمبر ١٩١٩ع جو صوفيا ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ هڪ جلوس ڪڍيو. مظاهرين نعرا لڳائي رهيا هئا:

’گهڙي رهيو آ هر انسان، جاءِ، ڪپڙو ۽ نان.‘

اهو مظاهرو بلغاريه جي طرف کان سفيد روسين کي ڏيڻ واري مدد جي خلاف هو. جلوس حي ٻئي ڏينهن حڪومت ريل، ٽپال، تار ۽ ٻين سرڪاري محڪمن جي انهن ملازمن کي نوڪرين مان ڪڍي ڇڏيو. جن جلوس ۾ شرڪت ڪئي هئي. ان تي ٽرانسپورٽ ورڪرز عام هڙتال جو اعلان ڪيو ۽ پرنيڪ جي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ وارن به هڙتال ڪري ڇڏي ۽ هيءَ هڙتال ٥٥ ڏينهن تائين جاري رهي.

بلغاريه ۾ هيءَ پهرين سياسي هڙتال هئي. جيڪا حڪومت جي انتقامي حڪمت عمليءَ خلاف ڪئي وئي هئي. ڪميونسٽ ان هڙتال کي عوامي تحريڪ جو رنگ ڏيڻ ۾ ناڪام رهيا. ديمتروف ناڪاميءَ کان ڪاميابيءَ ڏانهن ’From failure to victruy‘ نالي هڪ ڪتابچو شايع ڪيو. جنهن ۾ هڙتال مان حاصل ٿيندڙ تجربن تي روشني وڌي وئي هئي. هن لکيو هو. ان ناڪام هڙتال مان معلوم ٿئي ٿو ته پورهيتن ۽ ملازمن تي سرمائيداريءَ جو اثر آهي ۽ ڪابي ڌر جي سوشلسٽن جي پاليسي غلط آهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سمورا ورڪر متحد ٿي ڪميونسٽ ورڪرز تحريڪ جي رستي تي هلن. سرمائيدارن جي گڏيل قوت پوليس جي سهاري هلڻ واري حڪومت ۽ فوجي قوت جي سهاري تي زنده رهڻ واري مملڪت جي خلاف

سمورن پورهيتن جو متحد ٿي وڃڻ ضروري آهي. پورهيت پيلي ڪنهن به صنعت يا ڪاروبار ۾ هجن، انهن کي ڪميونزم جي جهنڊي هيٺيان متحد ٿي وڃڻ گهرجي-

هڙتال جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ پوري ملڪ ۾ بدترين صورتحال پيدا ٿي وئي هئي. پارليامينٽ ۾ ڪميونسٽ ميمبرن کي تحفظ جي حقن کان محروم ڪيو ويو. ڪيترن ئي ميمبرن کي روپوش ٿي وڃڻ تي مجبور ڪيو ويو. حڪومت ديمتروف تي ڏنڊ ڪرڻي رهي هئي. ان بهادر ۽ بي ڊپي انسان، انهن حالتن ۾ به تحريڪ جي اڳواڻيءَ ۾ ڪوتاهي ٿيڻ نه ڏني - هُن بلغاريه جي عوام کي سفيد روسين جي انقلاب دشمن دستن خلاف منظم ڪيو. فسطائي حڪمران دستن تي ڀروسو ڪيل هو ۽ انهن جي مدد سان ملڪ کي فسطائيت جي راهه تي اڳتي وٺي هلي رهيو هو ۽ ٻي طرف پارٽي مطالبو ڪري رهي هئي ته انهن ڌارين دستن کي ملڪ مان فوراً ٻاهر ڪڍيو وڃي-!

ديمتروف فوجن ۾ خفيه اسٽڊي سرڪل قائم ڪرڻ تي توجهه ڏنو ۽ فوجن ۾ خفيه طور تي ڪم ڪيو. هو اڪثر ويس بدلائي فوجي سپاهين ۽ آفيسرن جي اسٽڊي سرڪلن ۾ پهچندو هو ۽ مختلف مسئلن تي انهن سان ڪلاڪن تائين ڳالهيون ڪندو هو. ان جي انهن ڳالهين جو اثر اڄ به انهن ماڻهن ۾ نمايان نظر

اچي ٿو، جن ان جون ڳالهيون ٻڌيون هيون ۽ اڃا تائين زنده آهن.

هو نهايت ذهين هو. قانون خلاف ڪارروائي ان انداز ۾ ڪندو هو ته وٺ پڪڙ کان بچي وڃي. پارٽي جي ڪمن ۽ مقصدن جي حاصلات لاءِ ڪوبه معمولي موقعو به هٿ مان وڃڻ نه ڏيندو هو. هو اهڙن موقعن تي جتي ان جي ضرورت محسوس ڪئي ويندي هئي، معجزانه طور تي پهچي ويندو هو. حالانڪ پوليس ان جي ڳولا ۾ هوندي هئي. ١٩٢٠ع جو هڪ نه وسرندڙ واقعو خاص طور تي ذڪر لائق آهي. انهن ڏينهن ۾ هو روپوش هو. پوليس ان جي ڳولا ۾ گهر گهر ڦري رهي هئي. صوفيا جي ميونسپل ڪائونسل جو جلسو هو، جلسي ۾ بجيٽ تي بحث ڪرڻ جو ارادو هو ۽ ڪميونسٽ پارٽي به ان جي معرفت پنهنجو پروگرام اجلاس ۾ پيش ڪرڻ ٿي چاهيو. دشمن ان خلاف سازش ۾ مصروف هو. مشهور ڪيو پئي ويو ته ديمتروف پوليس کان بچڻ لاءِ بزدليءَ جو مظاهرو ڪيو آهي ۽ ڪائونسل جي اجلاس ۾ شريڪ ٿي، پارٽيءَ جي پروگرام جي وضاحت کان لهرائي رهيو آهي ۽ ان نموني پورهيت طبقي جي مفادن کي نقصان پهچائي رهيو آهي. ديمتروف انهن حالتن کان واقف هو. هن چاتو ٿي ته دشمن ان جي باري ۾ ڪهڙا افواهه پکيڙي رهيو آهي ۽ هن پارٽيءَ جي ذميوار ماڻهن سان مشوري ڪانپوءِ ڪائونسل

جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪري ورتو ۽ اوچتو جلسي ۾ پهچي ويو. جيئن ئي دشمن جو ان تي نظرون پيون ته واڳڙا ٿي ويا ۽ پوليس کي فون تي اطلاع ڏيڻ لڳا ته ديمتروف ڪائونسل جي جلسي ۾ آيو آهي پر ڇا ڏسن ته فون جون سڀئي تارون ڪٽيون پيون آهن ۽ هال جي دروازي تي ديمتروف جي محافظن جو قبضو آهي. ديمتروف اجلاس ۾ پوري اطمينان سان تقرير ڪئي ۽ پارٽيءَ جو مقصد واضح ڪيو ۽ پوءِ ان نموني غائب ٿي ويو جو پوليس ان کي گرفتار نه ڪري سگهي!

ان واقعي ڪري صوفيا جي پوليس محڪمي جي نااهلي ۽ غفلت جي پُرزور مذمت ڪئي وئي ۽ اخبارن ان واقعي تي اداريا لکيا.

بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽي ۱۹۲۳ع جي آخر ۾ روپوش ٿي وئي هئي ۽ ديمتروف ان کان پهرين ئي روپوش هو. تڏهن به پارٽيءَ جي اڳواڻي ساڳي نموني ان جي هٿن ۾ هئي ۽ هو فرض جي ادائگي ۾ ڪڏهن ڪوتاهي نه ڪندو هو. هو جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ ان جا رضاڪار ان کي پوليس کان بچائي وٺندا هئا. صوفيا جي ميونسپل ڪائونسل جي اجلاس ۾ ان جي شرڪت جو واقعو ڪو هڪڙو مثال ڪونهي. ان قسم جا واقعا ڪيترا پيرا ٿيا ته ديمتروف ڊرامائي انداز ۾

تقريرون ڪيون ۽ پوليس ان جو ڪجهه به بگاڙي نه سگهي —

١٩٢٠ع ۾ ديمتروف ۽ ان جي ساٿين کي ڪومنٽرن 'Comintern' (ڪميونسٽ انٽرنيشنل) جي ٻي اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻو هو. ان وقت هي مفرور قرار ڏنل هئا. پوليس انهن جي ڳولا ۾ هئي ۽ انهن لاءِ سواءِ ان جي ٻيو ڪو رستو نه هو ته لڪي 'روس' هليا وڃن. هي سيئي بحره اسود جي رستي ڪان ورانا ٿيا. هيءُ رستو نهايت خطرناڪ هو ۽ انهن جو سفر عام شڪاري ٻيڙين جي ذريعي هو.

جنهن ٻيڙي ۾ ديمتروف هو، ان کي مخالف هوائن رومانيه جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو. رومانيه جي پوليس هن ۽ ان جي ساٿي کي جلوس جي الزام ۾ گرفتار ڪري ورتو. ڪومنٽرن جي ان اجلاس کي لينن کي به خطاب ڪرڻو هو. اهڙي موقعي تي ان جو اجلاس تائين نه پهچي سگهڻ ۽ بجاءِ روس جي رومانيه ۾ گرفتار ٿي وڃڻ سيني لاءِ افسوسناڪ حادثو هو —

رومانيه ۾ ديمتروف ۽ ان جي ساٿيءَ جي گرفتاري خلاف بلغاريه ۾ جزيره نمائي بلقان جي ٻين رياستن ۾ شديد احتجاج ٿيو. آخر سويت حڪومت جي مداخلت تي معاملو لٺي مٺي ٿي ويو ۽ رومانيه حڪومت ديمتروف ۽ ان جي ساٿي کي آزاد ڪري ڇڏيو. ديمتروف سان گڏ گرفتار ٿيڻ وارو شخص ڪولاروف 'Kolarov'

هو. ان واقعي کان پورا چوڏنهن سال پوءِ ١٩٣٧ع ۾
ديمتروف جو روس ۾ روسي شهريءَ جي حيثيت سان
استقبال ڪيو ويو . هو پهريون ڀيرو رومانيه جي قيد
مان آزاد ٿي روس پهتو ۽ ٻيو ڀيرو جرمنيءَ جي نازي
حڪومت جي جيل مان آزاد ٿي آيو هو. ١٩٢٠ع ۾
ديمتروف خفيه طور اٽليءَ ويو . جتي هُن بلغاريه جي
ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نمائندي جي حيثيت سان اٽلي
جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي جلسي ۾ شرڪت ڪئي.
اٽليءَ کان لينن گراڊ مان ٿيندو، جنوري ١٩٢١ع جو
ماسڪو پهتو. جتي هُن بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽي
جي طرفان ڪومنٽرن 'Comintern' (بين الاقوامي
ڪميونسٽ تحريڪ) جي ٽئين اجلاس ۾ شرڪت ڪئي.

ماسڪو ۾ ديمتروف لينن سان پهريون ڀيرو ملاقات
ڪئي . لينن بلغاريه جون حالتون معلوم ڪرڻ جي
مطلب سان ديمتروف کي ملاقات جي دعوت ڏني هئي
۽ نهايت غور سان ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو .
ديمتروف تفصيلي حالتون بيان ڪيون. عوام جي جوش
و خروش ۽ انقلابي بحرانن جي باري ۾ سڀ ڪجهه
تفصيل سان ٻڌايو. لينن سموريون ڳالهيون ٻڌندو رهيو
۽ انهن تي غور ڪرڻ کانپوءِ ديمتروف کي اڃا وڌيڪ
محتاط رهي ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي ۽ ٻڌايو ته
بلغاريه ۾ رجعت پسندن جي طاقت وڌيڪ آهي ۽
ڪميونسٽن ۾ ان جي ڀرپور مقابلي جي قوت ناهي .

ماسڪو ۾ لينن ۽ ڊيمتروف جي وچ ۾ گهڻي ۾ گهڻي ٻن ڪلاڪن تائين ڳالهين جو سلسلو جاري رهيو. گفتگو دوران لينن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نئين پاليسي جي باري ۾ پنهنجي هڪ ڪتاب جو مسودو ديمتروف کي ڏنو ۽ چيو ته، توهان ان کي ڏس ۽ مطالعي دوران جيڪڏهن ڪا تجويز ذهن ۾ اچي ته مون کي سيائي تائين ٻڌائي ڇڏجان.

ڪومنترن جي اجلاس کانپوءِ ديمتروف انٽرنيشنل ٽريڊ يونين جي تنظيم جي باري ۾ سرگرميءَ سان ڪم ڪيو ۽ ان کي مرڪزي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. انهن ڏينهن ۾ ماسڪو ۾ سويت ٽريڊ يونين جو اجلاس به ٿي رهيو هو. ديمتروف بلغاريه جي ٽريڊ يونين جي طرف کان سويت ٽريڊ يونين ڏانهن مبارڪباد جو پيغام کڻي ويو هو ۽ ان موقعي تي هن اهو پيغام پهچايو. لينن سان ملاقات کانپوءِ ديمتروف ان جو پيروسي جوڳو عقيدتمند شاگرد بڻجي ويو هو. هن عوام ۾ بين الاقوامي مسئلن جي حل ۾ مارڪس ۽ لينن ازم مان رهنمائي حاصل ڪرڻ جو طريقو سکي ورتو هو ۽ تجربن مان پورو پورو فائدو ورتو هو.

١٩٢١ع جي آخر ۾ ديمتروف روس کان واپس بلغاريه هليو آيو ۽ هتي اچي بلغاريه جي انقلابي تحريڪ جي قيادت ۽ رهنمائي ڪرڻ لڳو. ١٩٢١ع کان ١٩٢٣ع

وارو زمانو نهايت جوش خروش ۽ هنگامي حالتن جو زمانو هو. ديمتروف ان زماني ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري محنت ڪئي ۽ عوام، پورهيت طبقي، پارٽي ٽريڊ يونين تحريڪ جي اڳواڻي ڪندو رهيو. ان ڪم سان گڏوگڏ عوام جي رهنمائيءَ لاءِ، ڪتاب به لکندو رهيو. آخرڪار ١٩٢٣ع ۾ آهي واقعا رونما ٿيڻ شروع ٿي ويا. جن جي باري ۾ لينن ماسڪو ۾ ديمتروف سان ملاقات دوران اڳڪٿي ڪئي هئي ـــ!



# هنگامي دور

[هٿنِ، هٿڪڙينِ، ٻيلي سارَنُ، مانجهيان اِيءَ مٽ ڪُ،
وِجهنِ تان نه ڦرنِ، رُڪَ وَهندي ۽ رانڊِ ۾]
(شاهه)

۱۹۲۳ع ۾ بلغاريه ۾ فسطائين عوام دشمنيءَ جون ظالمانه ڪارروايون شروع ڪري ڇڏيون. رجعت پسند وطن دوست ۽ جنگ باز سرمائيدار بلغاريه جي بادشاهيءَ جي چوڌير جمع هئا. اهي ئي ماڻهو هئا جن پهرين عالمي جنگ ۾ بلغاريه کي ملوث ڪيو هو. اهي ئي خود غرض ماڻهو هئا. جيڪي هر وقت بلغاريا ئي عوام خلاف سازشن ۾ لڳا پيا هوندا هئا ۽ يورهيتن جي اتحاد کي نقصان پهچائيندا هئا —

عوام جنگ جي بار ڪري ڪچلجي چڪو هو. معاشي بدحالي ۽ بيروزگاري انهن جي چيله ڀڃي ڇڏي هئي. اهي بکيا ۽ مفلس هئا. انهن جي گهڻي اڪثريت ڪميونسٽ پارٽيءَ ۽ زرعي يونين سان هئي. ان وقت ڪميونسٽ پارٽي ۽ زرعي يونين ئي ٻه جماعتون هيون. جن کي عوام جي تائيد ۽ حمايت حاصل هئي.

عوام انهن سان هو ۽ هي عوام جي فلاح ۽ بهبود، بهتري ۽ ڀلائي لاءِ ڪوششون ڪري رهيون هيون—

انقلابي لاڙن کي ڪچلڻ لاءِ حڪمران طبقي (King Boris) (ٿئي جي دور حڪومت ١٩١٨ع کان ١٩٤٣ع) جي اڳواڻي ۾ فوجي انقلاب ۽ فسطائي طريقا اختيار ڪيا هئا. هي ماڻهو منتشر ۽ ٽڙيل ۽ پکڙيل هئا. فسطائي عناصرن کي گڏ، متحد ۽ منظم ڪري رهيا هئا ۽ ملڪ ۾ انقلاب دشمن تنظيمون قائم ڪيون پئي ويون.

انقلاب دشمن حڪمران ٽولي جي سڀ کان وڏي ڪوشش هيءَ هئي ته عوام کي متحد ٿيڻ نه ڏنو وڃي ۽ ڪميونسٽ پارٽي ۽ زرعي يونين جي اثر کي پکڙڻ کان روڪيو وڃي. ان وقت زرعي يونين جي حڪومت هئي. الگزنڊر سٽمبولسڪي Alexander Stamlliosk ان جو سربراهه فسطائيت جو حامي الگزنڊر جي خلاف هو، ان جي حڪومت جا دشمن هئا ۽ سازشن ذريعي عوامي اڳواڻن جي قتل جون تياريون ڪري رهيا هئا.

٩- جون ١٩٢٣ع جو فوجي آفيسرن ۽ فسطائيت جي حامين گڏجي زرعي يونين جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ الگزنڊر کي نهايت بيدرديءَ سان قتل ڪري ڇڏيو. ان حادثي کانپوءِ بلغاريه تي آئينده ويهن سالن تائين فسطائي آمريت جو راڄ رائج ٿي ويو.

ڳوٺن ۾ عوام پنهنجي بچاءَ لاءِ فسطائي حڪومت جي مخالفت شروع ڪري ڇڏي. پورهيت، 'ورڪرز ڪميونسٽ پارٽيءَ' جي طرفان ڪنهن پروگرام جي اعلان جا منتظر هئا. ڪيترين جاين تي مزورن هارين سان ملي فسطائي حڪومت خلاف بغاوت به ڪئي پر پارٽيءَ هارين جي پروگرام جو اعلان نه ڪيو. اصل ۾ بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽي جو خيال هو ته اختلاف، قتل ۽ غارت، خانه جنگي ۽ شهري ۽ ڳوٺاڻن سرمائيدارن ۾ آهي—

غريب عوام، پورهيت مزورن ۽ هارين جو ان هنگامي آرائيءَ سان ڪو تعلق نه هو. ان خيال ڪري ڪميونسٽ پارٽي غير جانبدار رهي. فسطائي ٽولي پهرين زرعي يونين تي حملو ڪيو ۽ ان طرف کان ڪاميابي حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي ڪاري ضرب لڳائي. هاڻي ملڪ تي هڪ قسم جي خونخوار آمريت جو قبضو هو. هزارين هاري، پورهيت مزور، عوامي اڳواڻ ۽ دانشور قتل ڪيا ويا. مطلب ته ١٩٢٣ع جي جون ۽ جولاءِ جا ٻه مهينا نهايت ڪٺن حالتن ۾ گذريا. فسطائي حڪمرانن جي ظلمن ڪري عوام ۾ انهن خلاف نفرت پڪڙجي وئي. ڪميونسٽ پارٽي ڀرپور جدوجهد ۽ فسطائيت خلاف تياري شروع ڪري ڏني. پارٽي زرعي يونين جي جدوجهد کان لاتعلق رهي جيڪا غلطي ڪئي هئي. ان جو ازالو به ان ۾ هو ته عوام

کي نئين سر منظم ۽ متحد ڪيو وڃي ۽ بلغاريہ جي ڪميونسٽ پارٽي پ-ورهيتن جي متحد محاذ ناهڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ عوام کي ان محاذ ۾ شرڪت جي دعوت ڏني-

فسطائي حڪمرانن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي ميمرن خلاف عدالتي ڪاروائين جو سلسلو شروع ڪري ڇڏيو هو. ديمتروف روپوش هو ۽ پوليس ان جي ڳولا ۾ قري رهي هئي. باوجود روپوشيءَ تي مجبور ٿيڻ تـي ديمتروف مختلف مضمون لکي شايع ڪرايا. جن ۾ فسطائيت جي خلاف متحد محاذ بنائڻ ۾ هن عوام جي رهنمائي ڪئي. هُن لکيو تہ :

'پورهيت عوام ۽ دانشور ڪنهن سياسي پارٽيءَ ۾ متحد ناهن. انهن مان اڪثر ڪميونسٽ پارٽيءَ سان گڏ آهن - ۽ ڪيترائي زرعي يونين سان گڏ ۽ ڪجهہ اهڙا آهن جيڪي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جا راضدار آهن---'

'حقيقت هيءَ آهي تہ پورهيت عوام جي مختلف پارٽين جي مقصد ۽ مطالبن ۾ ڪنهن قسم جا اختلاف ناهن ۽ نہ هئڻ گهرجن. تنهنڪري ضروري آهي تہ هي سڀڪجهہ هڪڙو متحد محاذ ناهي ڪم ڪن. ان اتحاد جو هيءَ مطلب نہ هوندو تہ پارٽي پنهنجي بنيادي اُصولن کان هٽي وئي آهي يا هيءُ تہ هُن پنهنجي انفرادي حيثيت ختم ڪري ڇڏي آهي پر هيءُ اتحاد

رکيو ظاهري مقصدن جي حاصلات جو ذريعو ۽ پورهيت عوام لاءِ سرمائيدارن خلاف هڪ پليٽ فارم مهيا ڪرڻ لاءِ هوندو —'

ان قسم جي اتحاد جي اپيل ان خط ۾ به ڪئي وئي هئي ، جيڪو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي تنظيم طرفان سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي نالي لکيو ويو هو. اصل ۾ ان خط جو مسودو به ديمتروف جي ڏي ڪوشش سان تيار ٿيو هو. خط ۾ چيو ويو هو :

'ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ٽي انٽرنيشنل سان الحاق ۽ سوشلسٽ پارٽيءَ جو ٻي انٽرنيشنل سان الحاق جو هيءُ مقصد ناهي تہ پورهيتن کي متحد ٿي جدوجهد ڪرڻ کان روڪيو وڃي. پارٽين جو باهمي اختلاف ، گڏيل جدوجهد دوران خودبخود ختم ٿي ويندو . اسان سڀ عوام جي اڪثريت تي يقين رکون ٿا. ڇا اوهان سرمائيدارن جي پارٽين سان قطع تعلق ڪرڻ ۽ پورهيتن ۽ هارين جي پارٽي، ڪميونسٽ پارٽيءَ سان اتحاد لاءِ تيار آهيو؟ ڇا اوهان اسان سان گڏجي سرمائيدارن خلاف وڙهڻ لاءِ تيار آهيو ؟ جڏهن تہ سرمائيدارن پورهيت طبقي جي مفادن لاءِ خطرا پيدا ڪري ڇڏيا آهن. ڇا اوهان اسان سان گڏجي، سرمائيدارن، رجعت پسندن ۽ فسطائيت جي خلاف وڙهڻ لاءِ تيار آهيو؟ جن پورهيتن جي سياسي حقن، آزادي ۽ زندگي کي خطري ۾ وجهي

ڇڏيو آهي ته ڇا اوهان ماڻهو اسان سان گڏجي پورهيت عوام جي حاڪميت جي قيام لاءِ جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار آهيو؟ جيڪا بلغاريا ڏي عوام جي حقن ۽ مفادن جي محافظ هوندي. مطلب ته اسان جو متحد محاذ وسيع هوندو ۽ ان ۾ پورهيت عوام جون سموريون تنظيمون شامل هونديون.

سوشل ڊيموڪريٽڪ اڳواڻن، اتحاد جي آن پرخلوص اپيل کي رد ڪري ڇڏيو ۽ ان نموني هنن ملڪ ۾ رجعت پسندن ۽ فسطائيت جي ڪاميابيءَ لاءِ راهون هموار ڪري ڇڏيون.

١٥- آگسٽ ١٩٢٣ع جو بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي تنظيم فسطائيت خلاف مسلح بغاوت جي تجويز پيش ڪئي، جنهن ۾ چيو ويو هو:

'٩- جون وارو انقلاب حڪومت جي بحراني ڪيفيت جي تصوير آهي ۽ ان بحران کان نڪرڻ جو هڪ ئي رستو آهي ۽ آهو آهي عوام جي مسلح بغاوت - هيءَ بغاوت مزورن ۽ هارين جي گڏيل حڪومت ۽ اقتدار لاءِ هئڻ گهرجي.'

'هيءَ بغاوت حڪومت جي بدعنوانين ۽ لٽ ڦر تي مبني پاليسين جو واحد ۽ ضروري جواب هوندي ۽ جيڪڏهن حالتون سازگار ٿيون ته هيءَ جواب ڪميونسٽ پارٽي ڏيندي. اهوئي سبب آهي جو ڪميونسٽ پارٽي آئيني حدن ۾ رهندي مسلح بغاوت لاءِ تياري ڪري رهي آهي.'

بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽي ١٩٢٣ع ۾ فسطائي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ بغاوت جو اعلان ڪيو. ٢٠- سيپٽمبر ١٩٢٣ع جو مرڪزي ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ فيصلو ٿيو ته ٣٠- سيپٽمبر جي تاريخ مسلح بغاوت لاءِ مقرر ڪئي وڃي ٿي- ۽:

'ان بغاوت جو مقصد موجوده حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ آهي. هيءَ حڪومت ٩- جون تي فسطائيت ذريعي قائم ٿي هئي. اسان ان فوجي حڪومت جي جاءِ تي پورهيتن جي عوامي حڪومت قائم ڪرڻ چاهيون ٿا-'

'ڪميونسٽ پارٽي زرعي يونين جي اتحاد ۽ تعاون سان ڪم ڪرڻ ٿي چاهي-'

'اسان کي ڪميونسٽ پارٽي ۽ زرعي يونين جي نمائندن تي مشتمل هڪ انقلابي فوجي حڪومت قائم ڪرڻي آهي، جيڪا مسلح بغاوت ۾ عوام جي رهنمائي ڪندي. ان فيصلي مطابق ٢٣- سيپٽمبر ١٩٢٣ع تي بلغاريه جي پورهيتن، مزورن ۽ هارين، فسطائي حڪومت خلاف بغاوت ڪري ڇڏي. بغاوت جي اڳواڻي ڪميونسٽ پارٽي ڪري رهي هئي ۽ ان جو مقصد پورهيت طبقي جي حڪومت قائم ڪرڻ هو. هي تاريخي نوعيت جي بغاوت هئي جيڪا بلغاريه ۾ فسطائيت جي اقتدار خلاف عوام برپا ڪئي هئي.

ديمتروف واصل ڪولاروف 'Vassil Kolarof' سان
گڏجي بغاوت ۾ سرگرم حصو ورتو. ان وقت هي
بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ
جي نمائندگي ڪري رهيو هو. مرڪزي ڪميٽيءَ
فيصلو ڪيو هو ته ديمتروف کي بغاوت جي اڳواڻيءَ
لاءِ خفيه طور تي صوفيا هليو وڃڻ گهرجي. حڪومت
ديمتروف ۽ ڪولاروف لاءِ بغاوت ۾ شرڪت ناممڪن
بنائي ڇڏي هئي پر پوليس جي هزارين ڪوشش جي
باوجود انهن ٻنهي بغاوت ۾ حصو ورتو. پوليس نه انهن
کي صوفيا ۾ گرفتار ڪري سگهي ۽ نه ئي بغاوت جي
مختلف مرڪزن ڏانهن ايندي ويندي رستي ۾ انهن کي
هٿ لائي سگهي. رستي ۾ انهن ٻنهي اڳواڻن کي مقابلو
ڪرڻ وارن کان بچڻ لاءِ روپوش ٿيڻو پيو. هڪ موقعي
تي انهن ڪار ڇڏي پيادل هلڻ شروع ڪيو. هڪ
ٻئي موقعي تي گهوڙن تي لڏيل سامان پهچڻ ڪرڻ
وارن کي دوکو ڏيڻ لاءِ ڇڏي ڏنو ۽ پاڻ پهاڙن ۾ گم
ٿي ويا. پوليس هڪ گهر تي ڇاپو هنيو ۽ ان وقت
ديمتروف ۽ ڪولاروف ٻئي ان گهر ۾ لڪل هئا. هنن
ڇاپي دوران پنهنجا حواس برقرار رکيا ۽ پوليس جي
پڪڙ کان بچي ويا. مطلب ته ٻئي خطرن سان پريل
۽ ڏکين حالتن ۾ هوندي به بغاوت جي مختلف مرڪزن
تائين پهچي باغين جي رهنمائي ڪندا رهيا__

بغاوت جي مرڪز ضلع فرڊاننڊ 'Ferduaand' ۾

ڊيمتروف ۽ ڪولاروف جنگ جي اڳواڻي ڪئي. پورو هفتو وڙهندا رهيا. ڪيترين ويڙهين ۾ ڪامياب به ويا. سرڪاري فوجن جي مختلف بٽالينن سان انهن جو مقابلو ٿيو.

هنن وڙهڻ وارن مجاهدن جي اڳواڻي ڪئي ۽ سرڪاري فوجن کي ڪنهن هڪ مرڪز تي جمع ٿي باغين خلاف ڪاروائي ڪرڻ کان روڪي رکيو. سرڪاري فوجن جي پيغام پهچائڻ جي سلسلي ۾ مداخلت ڪري ان کي ناڪاره بڻائي ڇڏيو. وڙهڻ وارن باغين جي مدد لاءِ محاذ ويجهو ڳوٺاڻن کي قائل ڪيو. گولن ۽ بارود جو بندوبست ڪيو. لڙائيءَ جي مرڪزن تائين انقلابي ڪميٽيءَ جي هدايتن ۽ خبرن پهچائڻ جو بندوبست ڪيو ۽ ان تي عمل جي نگراني ڪئي. محاذ کان ٻوين علائقن ۾ نظم ۽ ضبط جي متعلق حڪم جاري ڪيا. وڙهڻ وارن لاءِ خوراڪ ۽ ٻين ضرورتن جو بندوبست ڪيو ۽ مشڪوڪ ماڻهن جي نگراني جو بندوبست ڪيو.

ڏهن ڏينهن تائين ديمتروف رات ڏينهن ڪم ڪندو رهيو. ان کي آرام لاءِ هڪ پل به نه مليو. ڪڏهن مورچن تي ويندو هو ته ڪڏهن هيڊڪوارٽر ۾ مطلب ته پورو مهينو يادگار قسم جي جدوجهد ۾ مصروف رهيو.

بغاوت ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ ديمتروف هزارن جي تعداد ۾ انقلابين کي ساڻ ڪئي يوگوسلاويه جي علائقي

۾ هليو ويو. يوگوسلاويہ جي حڪومت انهن ماڻهن سان پهرين سياسي قيدين جو ۽ پوءِ سياسي پناهہ وٺندڙن جو سلوڪ ڪيو.

يوگوسلاويہ جي هڪ سرحدي ڳوٺ ۾ هڪڙو دلچسپ واقعو پيش آيو. ان ڳوٺ ۾ هڪ ڪلرڪ سان سندس ملاقات ٿي. هُن ڳالهين ڳالهين ۾ ٻڌايو تہ 'مان جنگ دوران بلغاريہ ۾ جنگي قيدي رهيو آهيان. جڏهن مان ۽ منهنجا ساٿي بلغاريہ جيل ۾ هئاسين تہ پارليامينٽ جو هڪ ميمبر جنهن جو جيل وارو نالو ديمتروف هو. اسان جي خبر وٺڻ لاءِ اسان وٽ آيو ۽ جيل جي عملي کي اسان جي منهن تي اسان سان چڱي سلوڪ جو تاڪيد ڪيو.' ان ڪلرڪ کان پڇيو ويو تہ ڇا تون ديمتروف کي سڃاڻي سگهين ٿو؟ هُن جواب ڏنو تہ ها مان ضرور سڃاڻي سگهندس. ان تي ديمتروف ڏانهن جيڪو ويجهو ئي ويٺو هو، اشارو ڪيو ويو تہ ڪلرڪ ڪجهہ دير ڪانپوءِ ان کي سڃاڻي ورتو. حالانڪ ان ملاقات وقت ديمتروف جي ڏاڙهي لٿل هئي ۽ ١٩٢٣ع جي بغاوت کان هي باقاعدگيءَ سان ڏاڙهي رکندو هو.

ديمتروف ۽ ڪولاروف يوگوسلاويہ جي سرحد ٽپڻ کان فوراً پوءِ بلغاريہ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبرن، مزورن ۽ هارين ڏانهن هڪ ڪُليل خط لکيو، جيڪو غير قانوني طور تي بلغاريہ پهچايو ويو. ن خط

۾ آئيندي جي پروگرام جي باري ۾ وضاحت ڪئي وئي هئي. نڌيڪ پورهيت طبقي کي هدايت ڪئي وئي ته ماڻهو مايوسي ۽ بدديءَ جو شڪار نه ٿين ۽ پارٽيءَ کي ڇڏي ويو هو ته پورهيت عوام کي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. ان تاريخي نوعيت جي خط ۾ لکيل هو:

'حوصلو نه هاريو. دشمن بلغاريه جي پورهيت عوام جي روح ۽ جوش عمل کي شڪست نٿو ڏئي سگهي. هي عارضي شڪست اسان کي فتح جي راهه ڏيکاري ٿي ۽ بلغاريه ۾ هڪ نه هڪ ڏينهن پورهيتن جي پنهنجي حڪومت ضرور قائم ٿيندي!'

'آهي سموريون پارٽيون جيڪي اڄ قانون قانون پڪاري رهيون آهن. يعني سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جون پارٽيون، جن ۹- جون تي حڪومت تي قبضو ڪيو هو آهي موجوده گوڙ جون ذميوار آهن. حالتون پلي کهڙيون به ڇو نه هجن. آخر فتح اسان جي ٿيندي يعني مزورن، هارين ۽ غريب عوام جي فتح.'

هيءُ خط جيڪو ديمتروف ۽ ڪولاروف ٻنهي گڏجي لکيو هو. اهو تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. ان مان بين الاقوامي سياسي حالتن سان گڏوگڏ بلغاريه جي معاشي ۽ معاشرتي حالت تي به روشني پوي ٿي ۽ ملڪ جون اهي حالتون سامهون اچن ٿيون، جيڪي بغاوت جو اصل سبب هيون ۽ ان خط سان بلغاريه جي

خارجہ حڪمت عمليءَ جون خاميون بہ نمايان ٿي وڃن ٿيون —

بلغاريہ ۾ فسطائي اقتدار خلاف عوامي بغاوت جي اصلي محرڪن ۽ ڪارڻن کي جاچڻ لاءِ ساڳي خط جو هيٺيون حصو پڙهڻ ضروري آهي.

’حڪومت زرعي يونين جي طرف کان ممڪن خطرن جو سدباب ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ ، ٻين عوامي جماعتن ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ خاص طور تي بلغاريہ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو جائزو ورتو. هيءَ پارٽي فسطائي حڪومت لاءِ زبردست خطرو هئي . ان لاءِ تہ اها ئي هڪ پارٽي هئي جيڪا پورهيتن کي متحد ڪرڻ ۽ زرعي يونين جي منتشر گروهن کي هڪ مرڪز تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ڪميونسٽ پارٽي بلغاريہ جي پورهيت عوام جي سڀ کان وڏي جماعت ٿيندي پئي وئي. پوري ملڪ جا مزور ۽ هاري متحد ۽ منظم ٿيندا پئي ويا . انهن حالتن ۾ عوام دشمن سرمائيدارن - فسطائي حڪومت ان عوامي جماعت يعني ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڪچلي ڇڏڻ جو پروگرام ٺاهيو ۽ فيصلو ڪيو تہ جنهن نموني زرعي يونين کي ختم ڪيو ويو آهي ساڳي طرح ڪميونسٽ پارٽيءَ کي بہ ختم ڪيو وڃي. ان پروگرام مطابق ۱۲ سيپٽمبر تي پوري ملڪ ۾ ڪميونسٽن جي گرفتارين جو سلسلو شروع ڪيو ويو ۽ پوري پوري ڪوشش ڪئي وئي تہ ڪميونسٽن

کي مشتعل ڪيو وڃي ته جيئن انهن جي جوابي ڪاروائي کي بهانو بنائي انهن خلاف فوجي ڪاروائين لاءِ سبب پيدا ڪيو وڃي. آخر ڪميونسٽ پارٽيءَ جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ويو ۽ ۲۳- سيپٽمبر تي ملڪ ۾ پورهيت عوام جي جوش، خروش ۽ جذبات جو بند ٽٽي پيو.'

رجعت پسندن ملڪ تي آمريت مسلط ڪري رکي هئي. جبر ۽ تشدد جي هٿيارن کان ڪم وٺي عوام کي دٻائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي پئي وئي. انهن حالتن ۾ عوامي بغاوت لازمي هئي. جنهن جا مقصد ديمتروف ۽ ڪولاروف جي گڏيل خط ۾ هن نموني بيان ڪيا ويا هئا-

'بغاوت جو مقصد ملڪ ۾ هڪ قسم جي آمريت جو قيام ناهي ۽ نه ئي ان جو مقصد ملڪ ۾ سويت نظام رائج ڪرڻ پر بغاوت جو مقصد ۽ ڪوشش ملڪ کي فسطائي آمريت کان بچائڻ ۽ عوام کي ظلم ۽ تشدد کان نجات ڏيارڻ هو. بغاوت جو مقصد ملڪ ۾ عوامي حڪومت جو قيام هو. حڪومت جي هيءَ دعويٰ سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي ته باغين پنهنجي قبضي وارن علائقن ۾ سويت نظام رائج ڪري ڇڏيو هو. حقيقت هيءَ آهي ته جن علائقن تي باغين قبضو ڪيو هو، انهن ۾ مزورن ۽ هارين جي گڏيل حڪومت قائم ڪئي وئي هئي.

هيءُ خط ۽ ويانا ـ ‘Vienna’ مان شايع ٿيڻ واري
ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ترجمان اخبار، جنهن جي ادارت
ديمتروف ڪري رهيو هو ـ بئي پارٽيءَ جي مقصدن
کي اڳتي وڌائڻ ۾ چڱا موثر ۽ ڪارگر ثابت ٿيا. ان
خط ۽ اخبار ٻنهي ساڄي ڌر جي حامين خلاف، پارٽيءَ
جي جدوجهد، پورهيتن جي اتحاد ۽ فسطائي آمريت
جي ترديد ۾ عوام جي رهنمائي ڪئي. ڏهه سال پوءِ
ريشتاغ بـاهه ڪيس جي ڪاروائيءَ دوران ديمتـروف
۱۹۲۳ع جي بغاوت جي باري ۾ چيو هو:

’مون کي ان تاريخي نوعيت جي مجاهدانه بغاوت
تي فخر آهي. مون کي اعتراف آهي ته ان وقت مان
۽ منهنجي پارٽي بالشويڪ نه هئي. اهو ئي سبب آهي
ته ان وقت عوامي بغاوت ڪامياب نه ٿي سگهي. اسان
جي تنظيم، پاليسي ۽ طريقه ڪار بالشويڪ اصولن جي
ناقص پيروري هئي. اسان وٽ انقلابي تجربي جي گهٽتائي
هئي ـ اسان ۹ـ جون جي موقع تي غير جانبدار رهي
ڪري غلطي ڪئي هئي ۽ ان نموني فسطائيت جي
حامين کـي اقتدار ۽ قوت حاصل ڪرڻ جو موقعو
ملي ويو.

’پارٽيءَ ان خون خرابيءَ مان سبق حاصل ڪيو
۽ بلغاريه جي پورهيت عوام جي آزاديءَ لاءِ بهتر نموني
جدوجهد لاءِ تيار ٿي وئي. هاڻي عوام ڪميونسٽ پارٽيءَ
جي قيادت ۾ فتح ۽ ڪاميابيءَ جي راهه تي اڳتي وڌي

رهيو آهي. ڪميونزم کي شڪست ڏيڻ لاءِ فسطائين ٽيهن هزارن کان وڌيڪ پورهيتن، مزورن، هارين ۽ دانشورن جو قتل عام ڪيو آهي. خود منهنجو پاڻ به فسطائيت جي قيد ۾ سارجي ويو. پر هي ظلم ڪميونزم کي اڳتي وڌڻ کان روڪي نه سگهيا ۽ اڄ ۱۹۲۳ع جي مقابلي ۾ بلغاريا ئي عوام وڌيڪ جوش ۽ خروش سان ڪميونزم جي حمايت ڪري رهيو آهي. هي حالتون رجعت پسندن ۽ عوام دشمن سازشن جون اکيون کولي ڇڏڻ لاءِ ڪافي آهن-"

ديمتروف ۲۲- سيپٽمبر ۱۹۴۵ع جو بلغاريه ۾ ڪامياب بغاوت ڪانپوءِ پنهجي هڪ خط ۾ لکيو هو:

(۱) سيپٽمبر ۱۹۲۳ع جي بغاوت جي ناڪاميءَ جو اصل ڪارڻ هيءُ هو ته ان وقت تائين مزورن ۽ هارين ۾ مضبوط اتحاد لاءِ ڪو نوس ۽ واضح قسم جو گڏيل قدر کوليو نه ويو هو ۽ فسطائي سرڪار خلاف ڪئي ويندڙ جدوجهد ۾ ڪميونسٽ پارٽي زرعي يونين هڪٻئي جو تعاون حاصل نه ڪيو هو.

(۲) ناڪاميءَ جو ٻيو سبب اهو هو ته باغين فوجين کي پوري نسوني پاڻ سان نه ملايو هو. ان جي برعڪس فسطائي سرڪار فوجن کي باغين جي خلاف استعمال ڪيو هو—

(۳) بغاوت ۾ ناڪاميءَ جو ٽيو سبب ملڪ جي عوام ۽ دانشورن جي باهمي اختلافن ۾ کولي سگهجي ٿو-

سيپٽمبر ۱۹۲۳ع جي ناڪام بغاوت عوام کي فسطائيت جو شديد مخالف ثابت ڪري ڇڏيو هو. حڪمران ٽولي هزارين جتن ڪيا ته ڪنهن نه ڪنهن نموني باغي عناصرن کي بي اثر ڪري ڇڏجي پر ان مان ڪاميابي حاصل نه ٿي. عوام جي وڏي اڪثريت حڪومت جي اطاعت کان انڪار ڪري ڇڏيو يا سول نافرمانيءَ جو جذبو شديد کان شديد تر ٿيندو ويو. بغاوت ۾ ناڪاميءَ انهن کي هوشيار ڪري ڇڏيو هو.

عوام پنهنجي حالتن جو مُحاسبو ڪيو ۽ خامين جي اصلاح ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ ۹- سيپٽمبر ۱۹۴۴ع جي بغاوت ڪامياب ٿي. ديمتروف ۱۹۲۳ع جي بغاوت مان پيدا ٿيل وارين حالتن کي ۱۹۴۴ع جي بغاوت جي ڪاميابيءَ جي سبب طور بيان ڪيو آهي—

# جلاوطنيءَ ۾ خفيه سرگرميون

[ مُون ڪاهــوڙي لتڪيا، ويهي نــه ويٺرمَ ڪَنِ،
ڏِينهَن تتيءَ ۾ ڏُونگرين، ڪارَڻِ ڦوٽ ڪتَهَنِ،
جهنگلَ ۾ جهُڳڪنِ، جُه ڏوٽيي ڏُٺ گڏ ٿيا ــ]
( شاهه )

ديمتروف جي زندگيءَ جا (١٩٢٣ع کان ١٩٣٣ع) ڏهه سال به گذربل ڏهن سالن جيان سخت جدوجهد ۽ ڏکين حالتن ۾ گذريا. هي سال هجرت، جلاوطني ۽ خفيه سرگرمين جا ڏهه سال هئا ــ ويانا 'Vienna' ۽ برلن Berlin هُن جي سرگرمين جو مرڪز هئا. انهن ڏهن سالــن جي مُدت ۾ ديمتروف پنهنجي سموري قوت، صلاحيت ۽ قابليت فسطائيت خلاف جدوجهد ۾ صرف ڪئي. ان جي انقلابي سرگرمين جي انتها فسطائيت جي مخالفت هئي.

١٩٢٣ع ۾ ويانا پهچي هُن فسطائيت خلاف عوام ۾ جوش خروش ۽ نفرت جا جذبا اڀارڻ لاءِ ڪيترائي مضمون لکيا. پورهيت طبقي کي فسطائيت جي حقيقت کان باخبر ڪيو. هُن عوام کي ٻڌايو ته فسطائيت ڪا اهڙي شيءِ ناهي. جيڪا ٻين عملن کان الــڳ

اتفاقي طور تي جنوبي يورپ ۾ ظاهر ٿي آهي. پر هيءَ هڪ آمريت ۽ سازش آهي جيڪا پورهيت طبقي جي خلاف تيار ڪئي وئي آهي. مطلب ته هن فسطائيت جي اصل تصوير کي عوام جي سامهون اگهاڙو ڪيو.

سيپٽمبر جي ناڪام بغاوت کان فوراً پوءِ ديمتروف ۽ ڪولاروف بلغاريه ۾ فسطائي ظلمن خلاف بين الاقوامي سطح تي مخالفت منظم ڪئي ۽ بلغاريه جي ناڪام باغين جي بچاءَ لاءِ ڪم ڪيو.

ديمتروف باغين کي بلغاريه جي فسطائيت زده حڪومت جي جبر، تشدد ۽ ظلمن کان بچائڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي. هن پورهيت طبقي جي ترجمان اخبارن ۾ مضمون لکيا ۽ بلغاريه ۾ ٿيڻ وارن فسطائي ظلمن کي دنيا جي سامهون اگهاڙو ڪيو. انهن مضمونن ۾ ديمتروف انقلاب جي خاطر جدوجهد ڪرڻ وارن کي گڏجي هڪٻئي جي تعاون سان اڳتي وڌڻ جي دعوت ڏني. آهي مضمون، ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اڳواڻيءَ جو بهترين سرمايو سمجهيا وڃن ٿا.

ديمتروف رومانيه ۾ سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي ظلم جي به ڀرپور مخالفت ڪئي. هي ماڻهو حڪمران طبقي سان ملي ڪري پورهيت غريبن جو استحصال ڪري رهيا هئا ۽ انهن کي هر قسم جي حقن کان محروم رکيو ويٺا هئا.

ديمتروف انهن ظلمن خلاف به احتجاجي آواز بلند

ڪيو، جيڪو يونان ۾ سرمائيدار طبقو پورهيت عوام تي ڪري رهيو هو. يونان ۾ فسطائيت لاءِ راهه هموار ڪئي پئي وئي. ديمتروف ان جي زبردست مخالفت ڪئي ۽ ١٩٢٤ع ۾ يونان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ کي فسطائيت جي خطري کان خبردار ڪيو ۽ عوام دوست رهنمائن کي ٻڌايو ته يونان فسطائيت جي خطرن ۾ وڪوڙيو پيو آهي. 'هن يونان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ تي زور ڏنو ته پارٽي عوام کي فسطائيت جي مقابلي لاءِ تيار ڪري-

١٩٢٩ع ۾ فسطائيت انقلاب جي ذريعي يوگوسلاويه تي قبضو ڪري ورتو ته ديمتروف فسطائي ظلمن خلاف بين الاقوامي سطح تي عوامي اتحاد لاءِ ڪوشش ڪئي. هُن پنهنجي تجربن جي روشنيءَ ۾ بين الاقوامي ٽريڊ يونين جي چوٿين ڪانگريس ۾ پيش ڪيل هڪ رپورٽ ۾ چيو هو:

' اسان کي چڱي نموني سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته فسطائيت ڪو علائقائي مسئلو ڪونهي ۽ نه ئي هيءَ عارضي شيءِ آهي. هي سرمائيدار طبقي جي پڪڙيل آمريت جو نظريو آهي ۽ موجوده سامراج جي زماني ۾ سرمائيداريءَ جي قبضي جو نظام آهي-'

'پورهيت عوام جي لاءِ فسطائيت هڪ خطرو آهي ۽ هيءَ خطرو وڌندو ۽ پکڙجندو ٿو وڃي- ٽريڊ يونين تي قبضو پائڻ ۽ طبقاتي ٽريڊ يونين جي طاقت کي ڪچلي

چاڙڻ، فسطائيت جي اولين تقاضا آهي. جو ته ڪلاس ٽريڊ يونين ڪانسواءِ پورهيتن جو اقتدار قائم ڪري نٿو سگهجي. ان لاءِ فسطائيت لاءِ ضروري ٿي وڃي ٿو ته مزورن ۽ هارين کي ڪنهن نه ڪنهن نموني قبضي ۾ رکيو وڃي. ڪلاس ٽريڊ يونين جي تباهي ۽ بربادي ڪانسواءِ فسطائيت ڪامياب نٿي ٿي سگهي-'

ديمتروف ان رپورٽ ۾ انقلابي ٽريڊ يونين لاءِ انهن بنيادن جي نشاندهي ڪئي، جيڪا عوامي حمايت حاصل ڪرڻ ۽ فسطائيت جي مقابلي لاءِ ضروري آهي. هُن پورهيتن کي اصلاح پسند ليڊرن جي مڪاري ۽ دغابازيءَ کان هوشيار رهڻ جي تاڪيد ڪئي. آهي ليڊر ملڪ ۾ فسطائي اقتدار قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۽ سازشن ۾ لڳل هئا.

١٩٢٩ع ۾ ديمتروف چيو هو:

'فسطائيت خلاف جدوجهد جو پهريون ۽ واحد مقصد جنگ خلاف جدوجهد ڪرڻ آهي. فسطائيت ۽ جنگ انهن ٻنهي خطرن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انقلابين کي متحد ۽ مضبوط ڪيو وڃي. مزورن، هارين ۽ مظلوم اقليتن کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي جهنڊي هيٺ جمع ڪيو وڃي-'

هي ڏهه سال ديمتروف بلغاريه ڪميونسٽ فيڊريشن لاءِ ڪم ڪرڻ ۾ گذاريا. هو فيڊريشن جو سيڪريٽري هو ۽ رات ڏينهن فيڊريشن لاءِ ڪم ڪندو هو.

فسطائيت ۽ جنگ جي خطرن جو مقابلو ڪرڻ
لاءِ ضروري هو ته جزيره نمائي بلقان جي ملڪن جي
ڪميونسٽ پارٽين کي متحد ۽ مستحڪم ڪيو وڃي.
انهن پارٽين لاءِ اهڙن ليڊرن جي ضرورت هئي. جيڪي
ارادي جا پڪا، جرئت ۽ همت جا پيڪر ۽ عزم ۽
استقلال جي صلاحيتن جا مالڪ هجن. ديمتروف انهن
ڏهن سالن ۾ خفيه رهي ڪري ڪميونسٽ پارٽين لاءِ
۽ خاص ڪري بلغاريه ڪميونسٽ پارٽيءَ لاءِ اڻٿڪ
محنت ڪئي. هُن بلقان جي ڪميونسٽ پارٽين کي لينن
جي تعليم کان واقف ڪرايو ۽ انهن کي مارڪسٽ ۽
لينسٽ پارٽين ۾ بدلائي ڇڏيو. ان ڪم لاءِ هُن
پنهنجي سمورن تجربن ۽ سمورين صلاحيتن کان ڪم ورتو.

ديمتروف بلقان ۾ انقلابي تحريڪن جي باري ۾
پوري پوري معلومات رکندو هو. ان کي انهن تحريڪن
کي درپيش مسئلن ۽ مشڪلاتن جو علم هو ۽ انهن
جي بنيادي مسئلن جي نوعيت کان چڱي نموني واقف
هو. ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي انتظاميه جو ميمبر هئڻ
واري حيثيت سان بلقائي ملڪن جي ڪميونسٽ پارٽين
جي سرگرمين ۾ اتحاد ۽ هم آهنگي پيدا ڪري، انهن
جي مدد ڪري سگهيو ٿي.

بلغاريه جي سمورين ٽريڊ يونينن کي بلغاريه جي
ڪميونسٽ پارٽيءَ سان متحد ۽ متفق ڪرڻ جي سوال
تي ڪميونسٽ انٽرنيشنل ۾ هڪ تجويز جي تشريح

ڪندي ديمتروف چيو هو:

’اسان جو اصل موقف ۽ مطالبو هيءُ آهي ته ٽريڊ يونينن کي گهرجي ته، رُڳو ۽ رُڳو طبقاتي جدوجهد جي اصول تي پاڻ ۾ متحد ٿين ۽ ان سلسلي ۾ ڪنهن ٻي ڳالهه جو خيال نه ڪن. ان اتحاد لاءِ سڀني يونينن جو گڏيل اجلاس گهرائڻ ضروري آهي ۽ ان اجلاس ۾ جيڪي فيصلا ٿيندا ان جي پابندي سڀني لاءِ ضروري هوندي. اتحاد جو هيءُ طريقو آسان، سادو، عام فهم ۽ جمهوري اصولن مطابق آهي-‘

بلقان ڪميونسٽ فيڊريشن جو سيڪريٽري هئڻ جي حيثيت سان ديمتروف يوگوسلاويه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ لاءِ خاص طور تي مددگار ثابت ٿي رهيو هو. هن ٻوري سال جي پراڻن اختلافن کي مٽائڻ ۽ ظاهر ۾ حل نه ٿيندڙ مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ واضح ڪاميابيون حاصل ڪري رهيو هو. هن ساڄي ڌر جي طرفدارن خلاف جدوجهد ۾ پارٽيءَ جي خاص مدد ڪئي ۽ لينن جي تعليم جي روشنيءَ ۾ يوگوسلاويه جي ڪيترن اُلجهيل مسئلن کي حل ڪري ڇڏيو-

ديمتروف بلقان جي ٻين قومن جي آزادين لاءِ به محنت ڪئي. بلقان جي ڪميونسٽ پارٽين ۾ قومي مسئلن کي سلجهائڻ لاءِ هُن لينن جي ظاهر ڪيل قومي حڪمت عملي رائج ڪئي. مجلس جا نهايت مفيد نتيجا سامهون آيا-

ديمتروف چڱي نموني ڄاڻندو هو ته انقلاب دشمن ساڄي ڌر جي موقعي پرستن ۽ عوام دشمن يعني فسطائيت جي حامين جي سازشن ۽ شرارتن کان پارٽيءَ کي ڪهڙي نموني بچائي سگهجي ٿو.

هُن هر خامي ۽ گمراهيءَ جي هر ممڪن صورت جي باري ۾ سڀڪجهه ڄاڻي ورتو هو. هُن ١٩٢٣ع ۾ ڪومنٽرن Comintern جي اجلاس ۾ بلغاريه جي نمائندي جي حيثيت سان جرمنيءَ جي سوال تي تقرير ڪندي دشمن جي سازشن ۽ ارادن کي پوري طرح اگهاڙو ڪيو ۽ چيو هو:

'اسين ڄاڻون ٿا ته جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ لاءِ اصلي خطرو ڪهڙو آهي ۽ اسان هي به ڄاڻون ٿا ته پارٽيءَ کي ان خطري کان بچائڻ نهايت ضروري آهي. اسان کي صاف لفظن ۾ اعلان ڪري ڇڏڻ گهرجي ته نه ته اسان ساڄي ڌر جي طرفداري ڪئي آهي ۽ نه ئي ساڄي ڌر جي حامين جي طرف کان پيش ايندڙ خطرن جي روڪٿام ۽ بندوبست جي ڪوشش سان دستبردار ٿيا آهيون.'

'جيڪو ڪجهه هن وقت ٿي رهيو آهي ان مان صاف ظاهر آهي ته سرمائيدارن طرفان عوامي اتحاد ۽ ڪومنٽرن (ڪميونسٽ انٽرنيشنل) جي بالشويڪي ڪردار تي حملو ٿيڻ وارو آهي. هي ماڻهو جيڪي پردي پويان سرمائيدارن جا ايجنٽ آهن. ڪومنٽرن جي

مقابلي ۾ هڪ بين الاقوامي يونين ٺاهڻ جي فڪر ۾ آهن. انهن حالتن ۾ پوري ڪومنٽرن يعني پوري دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين کي سرمائيدارن جي سازشن جي مقابلي لاءِ تيار ٿي وڃڻ گهرجي ۽ انقلابي روح، عوامي اتحاد ۽ بالشويڪي ڪردار جي بچاءَ لاءِ محنت ڪرڻ گهرجي—'

سيپٽمبر ١٩٢٦ع ۾ ديمتروف برلن (جرمني) جو دورو ڪري، اتفاق جي حالتن جي باري ۾ لکيو هو:

'منهنجو خيال آهي ته اسان کي ڪومنٽرن کي اختلافن کان بچائڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪرڻ گهرجي. سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اتحاد جي حفاظت ۽ انقلاب دشمن لاڙن جي روڪٿام لاءِ اڻٿڪ محنت جي ضرورت آهي—'

'جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ موجوده اختلاف سويت يونين جي پارٽيءَ جي اختلافن جو نتيجو آهن. جرمنيءَ جي پارٽي مخالفن وٽ پارٽيءَ سان اختلاف جو ڪوبه دليل ناهي. هي ماٺهو رکيو ۽ رکيو سويت يونين جي پارٽيءَ جي مخالفن جا دليل پيش ڪن ٿا ۽ انهن جي نقش قدم تي هلن ٿا. انهن حالتن ۾ جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مخالفن يا بين الاقوامي سطح تي ڪميونسٽ تحريڪ جي مخالفن جي شرارتن جو سدباب ڪرڻ ۽ پارٽيءَ جي اتحاد، نظم ۽ ضبط ۽ استحڪام لاءِ ڪوشش ڪرڻ نهايت ضروري آهي—'

'منهنجو خيال آهي ته پارٽيءَ جي ظاهر ظهور

مخالفت ڪرڻ وارن جي پيٽ ۾ آهي ماڻهو وڏيڪ نقصانڪار ۽ خطرناڪ آهن جيڪي پارٽيءَ ۾ رهي ڪري پارٽيءَ جي خلاف سازشن ۾ مصروف آهن. ظاهر ظهور مخالفت ڪرڻ وارا پارٽيءَ جي مخاص ڪارڪنن کي دوکو نتا ڏئي سگهن. روسي پارٽي جا مخالف ڪومنترن جي مختلف شعبن ۾ داخل آهن. هي ماڻهو هڪ قسم جي خطرناڪ بيماري آهن ــ ۽ اسان لاءِ ضروري آهي ته ان بيماريءَ کان بچڻ جو بندوبست ڪريون. ائين نه ٿئي ته هيءَ بيماري پوري ڪومنترن يعني ڪميونسٽ پارٽين جي بين الاقوامي تنظيم ۾ پکڙجي وڃي. مان ان خيال جو حامي ناهيان ته پارٽيءَ جي مخالفن جي پکڙيل بيمارين جو علاج رڳو دوائن سان ٿي سگهي ٿو. دوائون به ضروري آهن. پر اصل علاج آپريشن ۾ آهي. انهن جي ڦهلايل شڪن ۽ شبهن جو تدارڪ رڳو دليلن سان ممڪن ناهي. دليلن سان گڏوگڏ سخت قدم به ضروري آهن ــ"

ديمتروف بلقان جي ڪميونسٽ پارٽين کي شروع کان سمجهائيندو پئي آيو ته پارٽيءَ اندر ۽ ٻاهر مخالفن کي، يعني پارٽيءَ جي ظاهر ۽ لڪل دشمنن کي ڪهڙي نموني شڪست ڏئي سگهجي ٿي. هو پنهنجي وسيع تجربن جي روشنيءَ ۾ عوام دشمن طاقتن جي سازشن ۽ شرارتن جي روڪٿام جي سلسلي ۾ پارٽين جي رهنمائي ڪري رهيو هو ــــ

ديمتروف انهن ڏهن سالن ۾ پورهيت طبقي جي مفادن لاءِ پڻ بيشمار ڪمن سان گڏوگڏ بلقان ۾ سويت روس جي خلاف غلط پروپيگنڊا ڪرڻ وارن سان به وڙهندو رهيو ۽ يو - ايس - ايس - آر U . S . S . R جي باري ۾ پکڙيل غلط ڳالهين جي ترديد به ڪندو رهيو. هن بلقان جي ملڪن جي عوام طرفان سامراج دشمن ليگ جي ڪمن ۾ پوري پوري سرگرميءَ سان حصو ورتو ۽ ضلع واري ڪانگريسن جي تياري ۽ تنظيم ۾ به شريڪ رهيو.

سياسي، نظرياتي ۽ انتظامي ڪمن جي سرانجاميءَ ۾ ديمتروف رات ڏينهن محنت ڪئي ان مقصد لاءِ وڏ ڪان وڏ علم حاصل ڪيو. هن پنهنجي طبعي صلاحيتن کان ڪم وٺي سياسي، ادبي، ثقافتي ۽ بين الاقوامي مسئلا نهايت خوش اسلوبيءَ سان حل ڪيا ۽ دنيا جي مختلف قومن جي آزاديءَ وارين تحريڪن ۾ پنهنجي شاندار ڪردار جو مظاهرو ڪيو ۽ ان سان گڏوگڏ مارڪسزم ۽ لينزم جي گهري بصيرت حاصل ڪئي. هو وانڊڪائيءَ جي ڏينهن ۾ روس ويندو هو ۽ ڪومنٽرن 'Cominterh' جي انتظاميه ۽ انٽرنيشنل ٽريڊ يونينن لاءِ رات ڏينهن ڪم ڪندو هو.

عدالت ديمتروف کي ٻن مختلف ڪيسن ۾ موت جي سزا ڏني ڇڏي هئي. سيپٽمبر ١٩٢٣ع ۾ بغاوت جي اڳوائيءَ جي ڏوهه ۾ ١٩٢٦ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ

جي مرڪزي ڪميٽي جي ليڊر هئڻ جي گناهه ۾ انهن ڏينهن ۾ سزائن جي باوجود هي شخص نهايت سڪون ۽ مطمئن انداز ۾ پورهيت طبقي جي مفادن لاءِ ڪم ڪندو رهيو. هن جي خيال ۾ عدالت طرفان موت جي سزا جو فيصلو رُڳو هڪ اهڙي ڳالهه هئي جيڪا عدالت چئي ۽ هن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي هئي—

انهن ڏهن سالن ۾ ديمتروف پورهيت طبقي جي مفادن لاءِ رات ڏينهن اڻٿڪ محنت ڪئي ۽ جدوجهد دوران پيش ايندڙ واقعن ۽ حالتن مان سبق حاصل ڪندو رهيو. ان مدت ۾ هن جي ڪارنامن ڪي چڱي شهرت حاصل نه ٿي ته ان جو سبب هي هو ته سڀ ڪجهه گناهه گمنام ۽ خفيه رهي ڪيو ويو هو— ۽ ڪنهن کي خبر به نه پئي هئي ته ڪير ڇا ڪري رهيو آهي. ان جي جدوجهد ۽ ڪارنامن جو علم پارٽيءَ جي چوٽيءَ جي ليڊرن ڪانسواءِ ڪنهن کي به نه هو. پر آخر ۾ ريشتاغ باهه ڪيس ۾ ليپ زيگ 'Leip Zig' (جرمنيءَ جو هڪ شهر) جي عدالت ۾ جڏهن هي سامهون آيو ته پوري دنيا جي پورهيت عوام ان کي هڪ عظيم اڳواڻ واري حيثيت سان سڃاتي ورتو. ان وقت هيءَ هڪ بالشويڪي هو. جيڪو فسطائيت خلاف وڙهي رهيو هو ۽ مارڪس ۽ لينن جي تعليم هن کي بهادر ۽ همت وارو بنائي ڇڏيو هو—

# ريشتاغ باھہ ڪيس عدالت ۾.

[ پکي سٽر ۾ هيڪڙو ، پاڙهيري پنجاهہ ،
سندي آس الله ، لڏي لهرين وچ ۾ - ]
( شاهہ )

[ جتبل ماري جنگ ، جو آڏو عجيبن کي ،
ٽوٽي لڪن لڳ ، سپ لنگهنديس سيڪين- ]
( شاهہ )

۱۳- سيپٽمبر ۱۹۳۳ع تي ديمتروف ليپ زيگ 'Lep Zig' جي عدالت ۾ ٻهريون پيرو ڳالهايو. هيءَ عدالتي ڪاروائيءَ جو ڇهو ڏينهن هو. ۸۲ غير ملڪي ۽ ۴۲ جرمني اخبارن جا نمائندا عدالت ۾ موجود هئا. ڪميونسٽ ، سوشلسٽ ۽ ڪابي ڊر جي ٻين جماعتن جي اخباري نمائندن کي عدالت ۾ اچڻ جي اجازت نہ ڏني وئي هئي. آن نموني سويت يونين جي اخباري نمائندن کي پڻ عدالت ۾ اچڻ کان روڪيو ويو هو. پر آخر ۾ جڏهن سويت يونين ماسڪو ۾ جرمنيءَ جي اخباري نمائندن تي پابنديون عائد ڪري ڇڏيون تہ جرمنيءَ جي فسطائي حڪمرانن کي پنهنجو اڳوڻو

فيصلو بدلائڻو پيو ۽ سويت يونين جي اخباري نمائندن کي ريشتاغ باهه ڪيس جي عدالتي ڪاروائي ڏسڻ جي اجازت ملي وئي-

جرمنيءَ جي فسطائي حڪمرانن کي عدالتي ڪاروائيءَ ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ تي يقين هو. جيئن ته عدالت جي پوري ڪاروائي ريڊيو تان نشر ڪئي ويندي هئي. پر ٢٣- سيپٽمبر جو ديمتروف جي بيان مان انهن جو يقين شڪ ۾ بدلجي ويو ۽ عدالت جي ڪاروائي ريڊيو تان نشر ڪرڻ جو پروگرام ختم ڪيو ويو. ريڊيو تان عدالتي ڪاروائيءَ کي نشر ڪرڻ جو سلسلو بند ڪري ڇڏڻ سان فسطائي حڪمران عوام جي لاڙن ۾ تبديلي پيدا نه ڪري سگهيا. ان جي ابتڙ پوري دنيا جي عوام ديمتروف جي باري ۾ پهرين کان وڌيڪ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. ماڻهو اخبارن ۾ سڀ کان پهرين ديمتروف جي باري ۾ خبرون ڏسندا هئا ۽ ريشتاغ باهه ڪيس جي عدالتي ڪاروائي پڙهندا هئا.

سويت يونين جي هڪ چوٽيءَ جي سياستدان جي چوائي ته ديمتروف جي باري ۾ پوري دنيا جي عوام جي دلچسپيءَ جو عالم هيءَ هو ته:

'هزارين ڳڻين پورهيت ان کي سڃاڻڻ لڳا. عدالت ۾ ان جي واتان نڪتل هڪ هڪ اکر پوري دنيا ۾ گونجڻ لڳو هو. ديمتروف ماڻهن جي دلين جي ويجهو اچي ويو. بلغاريائي عوام ۽ پوري دنيا جو عوام ان

جي خيريت ۽ سلامتيءَ جي باري ۾ فڪرمند هوندو هو. ان جي راتين جو اوجاڳو پوري دنيا جي پورهيتن ۾ ڳڻتيءَ جو سبب بنجي رهيو هو پر هيءُ بهادري جرئت ۽ استقلال جو زنده مثال بڻيل هوندو هو.

جن حالتن ۽ واقعن ديمتروف کي پوري دنيا جي دلچسپين جو مرڪز بنائي ڇڏيو هو، اُهي هي هئا:

٣٠- جنوري ١٩٣٣ع جو جرمنيءَ جو فسطائي ليڊر هٽلر جرمنيءَ جو چانسلر بنجي ويو ۽ گڏوگڏ ڪيترائي جارحيت پسند سرمائيدار به برسر اقتدار اچي ويا. ملڪ تي فسطائي آمريت ڇانئجي وئي ۽ هن ملڪ جو پورهيت طبقو جرمن سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي ليڊرن جي شرارتن، سازشن ۽ بي ايمانين ڪري جهيڙن ۽ انتشار جو شڪار ٿي ويو ۽ ان نموني فسطائيت کي برسر اقتدار اچڻ ۽ حڪومت تي قبضو ڪرڻ کان روڪي نه سگهيو. اجا تائين جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ فسطائين هٿ نه وڌو هو ۽ اها ئي پارٽي هئي، جيڪا فسطائيت جي ڪليل مخالفت ڪندي هئي-

نومبر ١٩٣٢ع جي چونڊن ۾ يعني فسطائيت جي برسر اقتدار اچڻ کان رڳو هڪ سال اڳ ڪميونسٽ پارٽيءَ سٺ لک ووٽ حاصل ڪيا هئا ۽ ان ۾ ذرو به شڪ نه هو ته انقلاب پسند پورهيت طبقي جي گهڻي اڪثريت ڪميونسٽ پارٽيءَ سان گڏ آهي انهن حالتن

۾ جرمنيءَ جي فسطائين کي ان پارٽيءَ کان خطرو هو. سو انهن هر قيمت تي ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ختم ڪرڻ ۽ پورهيت طبقي جي گڏيل طاقت کي ڪچلڻ جو منصوبو بنايو. انهن جو منصوبو نه رڳو جرمنيءَ پر پوري دنيا ۾ ڪميونسٽ تحريڪ کي ختم ڪرڻ جو هو-

انهن پوري دنيا ۾ سرمائيدارن ۽ انهن جي حامين کي ڪميونسٽن کان ڊيڄارڻ جو منصوبو بنايو ۽ ڪميونسٽن خلاف پوري دنيا جي سرمائيدارن کي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن ڪميونسٽن جي خلاف بي بنياد خبرون شايع ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيون ۽ انهن کي تخريب پسند ثابت ڪرڻ لاءِ انهن سان ڪوڙا واقعا منسوب ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا. پر عوام انهن غلط خبرن کان متاثر نه ٿيو. هو ڄاڻي ويا هئا ته انهن خبرن ۽ اعلانن ۾ حقيقت ڪجهه به ناهي—

آخر فسطائين ڪميونسٽن خلاف هڪ وڏو منصوبو تيار ڪيو ۽ هيءَ منصوبو ريشتاغ کي باهه لڳائڻ جي الزام جو هو— (١)

٢٧ فيبروريءَ جي شام جو ريشتاغ ۾ باهه لڳي. جيڪا سڄي برلن 'Berlin' ۾ پکڙجي وئي. هٽلر پاڻ واردات تي پهتو ۽ هُن اخباري نمائندن کي مخاطب ٿي چيو:

---

(١) Reichstag - جرمنيءَ جي آئين ساز اداري جي عمارت.

'هيءَ هڪ قسم جو خدائي اشارو آهي ۽ هاڻي اسان ڪميونسٽن تي ڪاري ضرب لڳائي سگهنداسين.' ان شام جو سرڪاري طور اعلان ڪيو ويو ته 'ريشتاغ کي باهه ڪميونسٽن لڳائي آهي-'

پوليس وان دير لوبي Vander - Lubbe نالي هڪ ڊچ باشندي کي گرفتار ڪري اعلان ڪري ڇڏيو ته هيءَ شخص ڪميونسٽ آهي ۽ ان کي جاءِ واردات تي گرفتار ڪيو ويو آهي. پوليس لوبي Lubbe کي ڪميونسٽ ثابت ڪرڻ لاءِ هيءُ به اعلان ڪيو ته ان جي قبضي مان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبر هجڻ جو ڪارڊ به مليو آهي ۽ پوءِ آخر ۾ پوليس وارن کي اقرار ڪرڻو پيو ته لوبي وٽ ڪو به ڪارڊ وغيره ڪونه هو. ٻئي ڏينهن سرمائيدار طبقي جي ترجمان اخبار لکيو ته ريشتاغ ۾ داخل ٿيڻ جو رڳو هڪ ئي رستو هو ۽ اهو رستو ريشتاغ جي جرمن صدر گوئرنگ جي رهائش گاهه تان ٿيندو ويندو هو. ان خبر پوري دنيا جي عوام کي ڇرڪائي ڇڏيو-

اخبار وارن باهه جو سمورو الزام ڪميونسٽن مٿان هڻي ڇڏيو ۽ هڪٻئي پٺيان اعلان شايع ڪرڻ لڳا. پر فسطائي حڪمرانن ۽ انهن جي پوليس جي بدقسمتي هيءَ هئي ته هر اعلان اڳين اعلانن جي ترديد ڪندو هو ۽ ان نموني عوام ڄاڻي ويو هو ته پريس جو اصل مقصد ڪهڙو آهي-

باهہ لڳڻ جي ٻئي ڏهاڙي اسيمبليءَ ۾ ڪميونسٽ گروپ جو هڪ ليڊر پوليس وٺ ويئو. سندس مقصد هيءُ هو تہ پوليس ڪاتي وارن کي چئي تہ اجايو ڪوڙا بيان شايع ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ کي بدنام نہ ڪن. پوليس ان ليڊر کي ريشتاغ ۾ باهہ لڳائڻ جي سازش ۾ شريڪ هئڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪري ورتو ۽ ٩ــ مارچ جو ديمتروف ۽ ان سان گڏ بلغاريہ جي ٻن ٻين ڪميونسٽن کي بہ باهہ لڳائڻ جي تخريبي ڪاروائيءَ جي الزام ۾ پڪڙيو ويو.

نازين چاٿي ٻُجهي ۽ هڪ خاص پروگرام تحت مختلف ملڪن جي انهن پنجن ماڻهن کي ريشتاغ ۾ باهہ لڳائڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو هو. انهن جو مقصد هيءُ هو تہ عوام کي يقين ڏياريو وڃي تہ ڪميونسٽ ڪنهن خاص ملڪ ۾ ناهن پر هر جاءِ ۽ هر ملڪ ۾ تخريب پسند آهن ۽ بين الاقوامي سطح تي دهشت گرديءَ جو پروگرام رکن ٿا. باهہ لڳائڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪرڻ وارن ۾ هڪڙو ٻيو هو. هڪ جرمني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ليڊر ۽ ديمتروف سميت ٽي بلغاريا ڏي هئا.

انهن ڏينهن ۾ جرمنيءَ جي فسطائين ۾ گروهہ بندي هئي ۽ هر گروهہ ٻئي جو مخالف هو. انهن حالتن ۾ هر ڪو يقين ڪرڻ لڳي ويو هو تہ هي باهہ لڳائڻ جو واقعو ان گروهہ بنديءَ جو نتيجو آهي ۽ ان سلسلي ۾

جرمنيءَ جو تنگ نظر گروهه خاص طور تي بدنام هو.
ان جو هڪڙو سبب هيءُ هو تہ ان گروهه جي هڪ ليڊر باهہ لڳائڻ واري واقعي جي باري ۾ هڪ رپورٽ مرتب ڪئي هئي. جنهن مان واقعي جي اصل حقيقت مڪمل تي سامهون اچي وئي هئي.
آخر ۾ ان ليڊر کي نامعلوم ماڻهن قتل ڪري ڇڏيو هو. تنگ نظر گروهه جي بدناميءَ جو ٻيو سبب هيءُ هو تہ ريشتاغ تائين پهچي ان کي باهہ لڳائڻ جو رکيو ۽ رکيو هڪ ئي رستو هو ۽ ان واحد رستي کان ڪوبہ شخص اندر وڃي باهہ لڳائي سگهيو ٿي ۽ اهو رستو هٽلر جي ساٿي هٽ گوئرنگ ' Goring ' جي جاهہ کان ٿيندو ويندو هو.
انهن حقيقتن جي منظرعام تي اچڻ سان پوري دنيا چاٽي ورتو هو تہ باهہ لڳائڻ وارو ڪير آهي ۽ هيءُ بہ تہ لوبي 'Lnbbe' اڪيلو هيءُ ڪم نہ ٿي ڪري سگهيو. ان واقعي مان پوري دنيا جي ترقي پسندن چاٽي ورتو هو تہ جرمنيءَ جا فسطائي حڪمران پوري دنيا جي عوام خلاف شيطاني سازشن ۽ شرارتن ۾ مصروف آهن. ان احساس پوري دنيا جي ترقي پسندن کي خبردار ڪرڻ ۽ جاڳائڻ شروع ڪيو ۽ هو ريشتاغ باهہ ڪيس جي باري ۾ هر قسم جي معلومات ۽ خبرن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳي ويا. اصل حقيقتن کي بي نقاب ڪرڻ ۽ صحيح واقعن کي سامهون آڻڻ لاءِ يورپ جي

انقلاب پسندن پيرس (فرانس) ۾ بين الاقوامي سطح تي هڪ تحقيقاتي ڪميشن ترتيب ڏني. ان ڪميشن ۾ دنيا جي بهترين وڪيلن ۽ مشهور شخصيتن کي شريڪ ڪيو ويو. لنڊن ۾ ترقي پسندن جي هڪ گروپ ريشتاغ باهه ڪيس جي باري ۾ براﺋون بڪ Brown - Book نالي هڪ ڪتاب شايع ڪيو. ان ڪتاب ۾ انهن ماڻهن کي اگهاڙو ڪيو ويو هو. جيڪي ريشتاغ ۾ باهه لڳائڻ جا اصل ڏوهاري هئا. يعني هٽلر ۽ گوئرنگ جو ٽولو. وڌيڪ ان ڪتاب ۾ جرمنيءَ جي فسطائين جي ارادن، سازشن ۽ فسطائيت جي اصلي ۽ حقيقي چهري تان پردو کنيو ويو هو.

پوري دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين ديمتروف ۽ ان جي ساٿين تي لڳايل الزامن ۽ ڏوهن جي ترديد ڪئي ۽ جرمنيءَ جي حڪمرانن جي ان شرمناڪ سازش جي خلاف احتجاج ڪيو.

ديمتروف جيڪو قيد تنهائيءَ ۾ هو، ان کي انهن حالتن جي ڪا خبر نه هئي نه هو 'براﺋون بڪ' جي باري ۾ ڪجهه ڄاڻندو هو ۽ نه ئي ان کي اها خبر هئي ته ترقي پسندن ريشتاغ باهه ڪيس جي باري ۾ پئرس ۾ هڪا ڪميشن مقرر ڪئي آهي.

ديمتروف جي گرفتاري ۽ مقدمي جي عدالتي ڪارروائيءَ جي شروعات ۾ ڇهن مهينن جي مدت لڳي. ڇهن مهينن جو اهو ڏگهو عرصو جرمنيءَ جي فسطائين

پنهنجي منصوبي کي مستحڪم ڪرڻ، پوليس جي انجنٽن ۽ شاهدن کي ترتيب ڏيڻ ۽ ڏوهارين خلاف طرح طرح جا الزام گهڙڻ ۾ لڳايا ۽ ديمتروف قيد و بند جي تڪليفن ۾ قاتل رهيو. اهو ڇهن مهينن وارو عرصو ۽ قيد تنهائي ديمتروف لاءِ نهايت تڪليف وارا ۽ حوصلو ٽوڙيندڙ هئا. تڏهن به هُن همت نه هاري ۽ لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ مصروف رهيو. احتجاجي خط، عدالتي ڪاروائي شروع ڪرڻ جي باري ۾ درخواستون ۽ ذميوار ماڻهن ۽ مائٽن سان خط و ڪتابت ڪندو رهيو. هن کي پنهنجي تحريرن جا نقل به تيار ڪرڻا پوندا هئا. ان قيد دوران هُن هڪ ڊائري به تيار ڪئي. جنهن ۾ عدالت بابت خاص ڳالهيون، جن ۽ شاهدن بابت معلومات ۽ ٻيون ڪيترين ئي ضروري شيون لکيون. ان کانسواءِ ديمتروف پنهنجي ان ڊائري ۾ عدالت ۾ ڏيڻ واري بيان جو خاڪو ۽ متوقع سوالن جا جواب ۽ فسطائين جي اخبارن جي مطالعي مان حاصل ٿيڻ واري ضروري معلومات ۽ نڪتا به درج ڪري ورتا هئا. ديمتروف هڪ عظيم سياسي اڳواڻ هو. هُن پنهنجي سياسي بصيرت کان ڪم وٺي فسطائي مقصدن جي ترجمان اخبارن ۾ شايع ٿيڻ واري مواد مان ڪيترا اهڙا نڪتا ۽ نتيجا ورتا هئا، جن مان عدالتي ڪاروائي دوران پنهنجي موقف جي پٺڀرائي ۽ دشمن کي رد ڪرڻ جو ڪم ٿي سگهيو ٿي. ديمتروف ڇهن مهينن جي قيد

دوران جن ڪتابن جو مطالعو ڪيو هو، انهن مان ضروري حوالا به پنهنجي ان ڊائري ۾ لکيا هئائين. هُن جرمنيءَ جي تاريخ، جيڪا گهٽ ۾ گهٽ ۷۰۰ سؤ صفحن تي پکڙيل هئي، قيد ۾ ئي پڙهي هئي.

ديمتروف هي سڀ ڳالهيون ۽ يادگيريون ڪاغذن جي انهن ننڍن ننڍن پرچن تي لکيون هيون. جيڪي قيدين جي نالن ۽ نمبرن لکڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون. جيل جي نگرانن ڪاغذ جي ننڍن ننڍن پرزن تي لکيل انهن عبارتن تي ڪو خاص ڌيان نه ڏنو. ۽ ان نموني هي قيمتي تحريرون ختم ٿيڻ کان بچي ويون.

هي تحريرون جيڪي ديمتروف جيل ۾ ڪاغذ جي ننڍين ننڍين پرچين تي لکيون هيون، نهايت قيمتي دستاويزن جو ثبوت رکن ٿيون. انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان مرد مجاهد جيل ۾ به پنهنجي ساٿي قيدين جي حقن جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ مثالي جدوجهد ڪئي ۽ ڪيس انهن رعايتن جي لاءِ پڻ وڙهڻو پيو جيڪي فسطائي قانون مطابق انهن کي مليل هيون.

انهن دستاويزن مان هيءُ به معلوم ٿئي ٿو ته ديمتروف جيڪو ڪجهه چيو آهي ان عظيم مقصد جي حاصلات لاءِ عمل به ڪيو آهي. جنهن ۾ پورهيت طبقي جو مفاد هو. هُن ريشتاغ باهه ڪيس جي عدالتي ڪاروائيءَ ۾ فسطائيت کي اگهاڙو ڪيو حقيقت کي بي نقاب ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي. ان

مقصد لاءِ هُن جرمنيءَ جي تاريخ ۽ قانون جو مطالعو ڪيو هو. هُن نازين جي اقتدار ۾ اچڻ کان پهريئن حڪومت ۽ نازين، سياسي جدوجهد ۽ انهن جي حڪومت جو گهرو مطالعو ڪيو هو. ان مقصد لاءِ هُن چڱي محنت ڪري جرمني زبان سکي هئي. قيد جي ڏينهن ۾ هو روزانو ڏهه ٻارنهن ڪلاڪ ڪم ڪندو هو.

ديمتروف جي انهن املهه تحريرن مان ان جي ڪارنامن ۽ جرمنيءَ جي حڪومت جي مختلف پهلوئن تي روشني پوي ٿي. گرفتاريءَ وقت هن کان هن جي عينڪ ڦري وئي هئي ۽ ان کي اخبارن جي مطالعي جي اجازت حاصل ڪرڻ لاءِ به چڱي جدوجهد ڪرڻي پئي هئي.

فسطائين جو خيال هو ته ديمتروف جسماني اذيتن کان تنگ اچي انهن جي سامهون جهڪي پوندو پر انهن جو اهو خيال غلط ثابت ٿيو. جرمنيءَ ۾ ريشتاغ ۾ باهه لڳڻ جي واقعي کانپوءِ قتل ۽ غارت جو نه ڪٽجندڙ سلسلو شروع ٿي ويو. هزارين پورهيت ۽ انهن جا اڳواڻ قتل ڪيا ويا. يهودين تي بي پناهه ظلم ڪيا ويا ۽ پوري ملڪ ۾ وحشيت ۽ بربريت جي باهه ڀڙڪڻ لڳي. انهن حالتن عدالتيءَ ڪارروائيءَ ۽ ان جي تياريءَ کي وڏيڪ اهميت ڏئي ڇڏي.

”عدالتي ڪارروائي شروع ڪرڻ ۾ غير ضروري دير ڪئي وئي آهي. تحقيقات جي ڪم ۾ حڪومت مداخلت

ڪئي آهي. ديڄارڻ ۽ ڌمڪائڻ جا حربا استعمال ڪيا ويا آهن. مختلف ۽ متضاد نوعيت جا بيان ڏنا ويا آهن. قيدين سان ظالمانہ سلوڪ ڪيو ويو آهي. حالتون ان قسم جون ٿي ويون جو حڪومت ڏوهارين خلاف ثبوت پيش نہ ڪري سگهي ۽ عدالت خود هڪ ٻي عدالت يعني عوام جي عدالت وٽ هڪ ڏوهاريءَ جي حيثيت اختيار ڪري وئي. حڪومت هڪ ڪوڙ کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ وڏيڪ ڪوڙ گهڙيو ۽ پوءِ وري انکي ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو - پوليس آفيسرن کي عدالت ۾ شاهدن جي حيثيت ۾ پيش ٿيڻو پيو. حڪومت عدالتي ڪاروائيءَ ۾ مداخلت جو ڏوهہ ڪيو ۽ عوامي عدالت حڪومت ۽ پوليس کي ڏوهي ثابت ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري ٻئي ڌريون بچڙيون ۽ خوار خراب ٿيون-"

مٿي ڄاڻايل عبارت مان معلوم ٿئي ٿو تہ اها ريشتاغ باهہ ڪيس جي عدالتي تحقيقات ڪانپوءِ لکي وئي هئي ۽ ان ۾ انهن حقيقتن، ڌانڌلين ۽ ناانصافين کي بي نقاب ڪيو ويو آهي. جيڪي ريشتاغ باهہ ڪيس جي تياري ۽ عدالتي ڪاروائيءَ ۾ جرمنيءَ جي فسطائي حڪمرانن جاري رکيون هيون پر حقيقت هيءَ آهي تہ هن عبارت جو واقعي سان پري جو بہ واسطو ناهي. هيءَ عبارت يورهيتن جي عظيم اڳواڻ ڪارل مارڪس Karl - Marx ١٨٥٢ع ۾ ڪميونسٽن خلاف هڪ ڪيس جي عدالتي فيصلي ڪانپوءِ لکي هئي. هيءُ ڪيس ريشتاغ باهہ ڪيس کان ٨١ سال پهرين ڪولون 'Coloine' (اتر

اولهه جرمنيءَ جو هڪ شهر) جي عدالت ۾ هلايو ويو هو. ان عرصي ۾ دنيا جون حالتون بدلجي چڪيون هيون. ڪميونزم هڪ عظيم طاقت بنجي چڪو هو. پورهيتن ڪميونسٽ قيادت تحت عظيم سوشلسٽ انقلاب ڪامياب ڪري ورتو هو. پورهيتن جي دشمن سرمائيدارن جو اقتدار ختم ٿي چڪو هو- انسانن جي هٿان، انسانن جي تباهيءَ جو نظام پنهنجي ماضيءَ ۾ ويڙهجي چڪو هو. اشتراڪي معاشرو قائم ٿي چڪو هو. سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ قيادت تحت پوري دنيا جا پورهيت پنهنجي حقن جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئا. پر جرمنيءَ جا فسطائي حڪمران ٨١ سالن جي طويل عرصي گذري وڃڻ ڪانپوءِ به ريشتاغ باهه ڪيس ۾ اهو ئي ڪردار ادا ڪرڻ ۾ مصروف هئا. جيڪو ٨١ سال پهريان ڪولون جي عدالت ۾ ان وقت جي سرمائيدارن ادا ڪيو هو ۽ اڄ به ڪميونسٽن خلاف اُن قسم جا الزام هنيا پئي ويا. جنهن قسم جا الزام ٨١ سال پهريان گهڙڻ جي شرمناڪ سازش ڪئي وئي هئي-

اڄ ديمتروف لينن جي ان عظيم سمجهاڻيءَ تي عمل ڪري رهيو هو، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته:

**'دشمن جي عدالت ۾ سيني تي هي واضح ڪري ڇڏڻ گهرجي ته اسان ڪير آهيون ۽ ڇا ٿا چاهيون-؟'**

ديمتروف ليپ زيگ 'Leip Zig' جي عدالت ۾ ڪميونزم جي اُصولي ۽ بنيادي ڳالهين جي تشريح ڪئي ۽ ڪليل اکرن ۾ ٻڌايو ته: 'هيءُ سچ آهي تہ مان بالشويڪي آهيان. مان انقلاب پسند پرولتاري آهيان. مان بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر آهيان. مان بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جي تنظيم جي انتظاميہ جو ميمبر آهيان. مان هڪ ذميوار ڪارڪن ۽ اڳواڻ آهيان. مان مُهم جوئي قسم جو ماڻهو ناهيان ۽ نہ ئي مان سازشي ۽ تخريب پسند آهيان جو ٻاهر لڳائڻ جهڙي گهٽيہ ڪم جو مظاهرو ڪريان.'

'مان سوويت يونين ڪميونسٽ پارٽيءَ جو حامي ۽ طرفدار آهيان. منهنجي پارٽي سوويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي آهي. جيڪا زمين جي ڇهين حصي تي حڪومت ڪري رهي آهي ۽ هيءُ ملڪ جنهن تي منهنجي پارٽيءَ جو اقتدار آهي. سوشلزم جي تعمير ۾ ڪاميابيءَ سان اڳتي وڌي رهيو آهي.'

ديمتروف ڪارل مارڪس جي جملن کي دُهرائيندي عدالت ۾ چيو:

'ڪميونسٽ پنهنجي مقصد يا طريقہ ڪار کي لڪائيندا ناهن. هي ظاهري طور تي موجوده سرمائيدارانہ نظام جا مخالف آهن. برسر اقتدار طبقو انهن کان ڊنل آهي. ڪميونسٽ، پورهيت طبقي جا ماڻهو آهن. اُنهن

وٽ ڪاٻه اهڙي شيءِ نه آهي جنهن جي ڊپ جي وچڙ جو ڪين خطرو هجي. سواءِ غلاميءَ ۽ غلاميءَ جي زنجيرن جي - فتح ۽ ڪاميابي انهن لاءِ آهي. بس ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته پوري دنيا جا پورهيت متحد ٿي وڃن -

ليپ زيگ 'Leip Zig' جي عدالت جا جج صاحب ڪيسن ۾ مختلف قسمن جي دفاعي اصولن کان واقف هئا. هو چاهيندا هئا ته جوابدار پنهنجي صفائيءَ ۾ ڪهڙي قسم جون ڳالهيون ڪندا آهن. پر هيءَ شيءِ جيڪا ديمتروف پيش ڪئي هئي. انهن سڀني لاءِ نئين ۽ انوکي هئي. انهن کي چاڻ نه هئي ته ڪميونسٽ عدالتن ۾ پنهنجي دفاع جي سلسلي ۾ ڪجهه نه چوندا آهن. ججن ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته ديمتروف کي دليلن جي وسيلي خاموش ڪيو وڃي. پر هو ائين ڪري نه سگهيا. ديمتروف جي زبان مان نڪتل هڪ هڪ جملو پوري دنيا ۾ ڌاڪوڙو وجهي ڇڏيندو هو. خاص ڪري جرمنيءَ جي پورهيت عوام جي ٻوليءَ جا محاورا هر ڳالهه ٻولهه جو لازمي حصو بنجي پيا.

ديمتروف ليڻن جي هدايتن تي عمل ڪيو ۽ عدالت ۾ جيڪا ڳالهه چئي آها پورهيت عوام جي مفادن لاءِ چئي. هن عدالت جي سامهون پنهنجي دفاع ۽ بچاءَ لاءِ ڪجهه به نه چيو. هن جيڪي ڪجهه چيو، دشمن کي ڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ چيو - هن هيءَ نه چيو ته مان ڏوهي ناهيان پر جيڪي ڪجهه چيو آهو هيءَ هو

تہ پوليس ڏوهي آهي ۔ حڪومت ڏوهي آهي ۔ عدالت ڏوهي آهي ۽ پورو فسطائي نظام ڏوهي آهي ۔ هُن عدالت ۾ پنهنجي متاق لڳايل الزامن جي صفائي پيش نہ ڪئي پر هڪ جج جيان پنهنجي دشمن کي ڏوهي ثابت ڪري ان جي خلاف فتويٰ ڏيندو رهيو —

هُن فسطائيت جي اڳواڻن کي ڏوهي ثابت ڪيو. هُن انهن تي الزام لڳايو تہ هنن ڪميونسٽن کي مشتعل ڪرڻ جو ڏوهہ ڪيو آهي. هنن پورهيتن جي مفادن کي نقصان پهچائڻ جي مجرمانہ سازش ڪئي آهي. هُن چيو تہ فسطائي حڪمرانن جيل ۾ مٽس ۽ ان جي قيدي ساٿين تي ظلم ڪيا آهن ۔ هُن چيو تہ عدالت اڳيان ان کي قانوني مدد کان محروم ڪري قانون جي خلاف ورزي ڪئي وئي آهي — هُن چيو تہ عدالت بد ديانتيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي. هُن سرڪاري وڪيل تي ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ ٺڳي ڪرڻ جو الزام لڳايو. هُن چيو تہ مون تي الزام هنيا ويا آهن. اهي سڀ جا سڀ ابتدائي تحقيقات ڪانپوءِ سوچيا ويا هئا. شروعاتي تحقيقات دوران مون تي ڪوبہ الزام عائد نہ ڪيو ويو ۔ هاڻي عدالت ۾ جن الزامن جي شڪايت ڪئي پئي وڃي ۔ آهي مان پهريون ڀيرو ٻڌي رهيو آهيان ۔ هن بلغاريا جي فسطائي حڪومت تي الزام لڳايو تہ هن ويهہ هزار انقلاب پسند پورهيتن جو قتل عام ڪيو

آهي ۽ اهو به ته حڪومت بيشمار اديب ۽ دانشور قتل ڪيا آهن.

ديمتروف ليپ زيگ جي فسطائي عدالت ۾ فسطائيت جي خلاف جنگ وڙهي رهيو هو ۽ پوري دنيا جا پورهيت اُن جي تائيد ۽ حمايت ڪندا رهيا هئا.

ديمتروف خلاف شاهدي ڏيندڙن جو پهريون ٽولو پوليس جي وڏن آفيسرن تي مشتمل هو. ان ٽولي ۾ ملڪ جي سڀ کان وڏي عدالت سپريم ڪورٽ جو هڪڙو جج به شامل هو. انهن شاهدن هي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڏوهارين ۾ شامل ڊچ رهواسي لوبي 'Lubbe' ڪميونسٽ آهي ۽ هيءَ ته ان ديمتروف ۽ ٻين جوابدارن سان ملاقات ڪئي هئي.

ديمتروف جي جرح تي شاهد کي هيءُ مڃڻو پيو ته لوبي جوابدارن سان ملاقات نه ڪئي هئي. پر پوليس (شاهدي ڏيندڙ) ان کي فوٽو ڏيکاريا هئا. ان موقعي تي ديمتروف هڪ زبردست سوال ڪري سرڪاري شاهدن ۽ وڪيلن کي پريشان ڪري ڇڏيو. هُن سوال ڪيو ته 'آخر ڪهڙو سبب آهي جو پوليس لوبي سان ابتدائي تحقيقات دوران ترجمان جي ذريعي ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي. جڏهن ته لوبي جرمن زبان ڄاڻندو هو ۽ چڱي نموني ڳالهائي به سگهيو ٿي.؟'

ان اعتراف سان ديمتروف عدالت کي ان ڏانهن ڌيان ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته ابتدائي رپورٽ

غلط آهي. جنهن ۾ درج آهي تہ پوليس ترجمان جي ذريعي لوبي سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي هئي ۽ هيءَ بہ ثابت ٿي ويو تہ ابتدائي جانچ جي رپورٽ تي ديمتروف جي ڪوڙي صحيح آهي-

ديمتروف جانچ ڪندڙ جج کان سوال پڇيو:

'ڇا اوهان پهرين اپريل تي هيءَ اعلان شايع ڪرايو هو تہ ديمتروف ۽ ٻين ليڊرن لوبي سان گڏجي ريشتاغ کي باهہ لڳائي آهي-؟'

ديمتروف پنهنجي سوال تي زور ڏيندي مطالبو ڪيو تہ سوال جو جواب ها يا نہ ۾ اکرن ۾ ڏنو وڃي. عدالت ديمتروف کي ٽوڪيو ۽ ان کي تنبيهہ ڪئي تہ عدالت جي قاعدن جو احترام ڪري ۽ جانچ ڪندڙ جج جي عهدي ۽ حيثيت جو خيال رکي ۽ اهڙي قسم جي سوالن سان ان جي توهين نہ ڪري. ديمتروف پنهنجي سوال جي باري ۾ چيو تہ ان جو مقصد هيءَ ثابت ڪرڻ آهي تہ جانچ ۾ جانبداريءَ کان ڪم ورتو ويو وڃي.

عدالت هڪ ڀيرو ٻيهر ديمتروف کي خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو تہ جوابدار کي ان ڳالهہ جي اجازت نٿي ڏئي سگهجي تہ هو جانچ ڪرڻ واري جج جي توهين ڪري-

ديمتروف خاموش نہ ٿيو ۽ هُن هڪ ٻيو سوال ڪُيو ڪيو تہ آخر هيءَ ڪوڙ ڇو ڳالهايو ويو تہ لوبي

'Lubbe' پنهنجي ڏوهي هجڻ جو اقرار ڪري ورتو آهي — ؟'

جج چيو ته 'مان ڪو معمولي ماڻهو ناهيان. مان جج آهيان ۽ مان پنهنجي بي عزتي برداشت ڪري نٿو سگهان.' ان تي ديمتروف هيٺيون بيان ڏنو:

'ملڪ جي موجوده رائج قانون مطابق مون کي هٿڪڙي لڳائي نٿي سگهجي ۽ پوليس جي بيان کي صحيح مڃيو ويو ته پوءِ جرمنيءَ جا سٺ لک ڪميونسٽ جن ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ووٽ ڏنا آهن. ريشتاغ کي باهه لڳائڻ جا ڏوهاري آهن ۽ سڀني کي عدالت سامهون پيش ڪرڻ ضروري آهي-'

عدالت جي حڪم سان پوليس ديمتروف کي قابو ڪري ويهاري ڇڏيو ۽ ان کي ڳالهائڻ کان روڪي ڇڏيو ۽ پوءِ باقائده اعلان ڪري ڇڏيو ته جوابدار کي عدالت ۾ ڳالهائڻ جي حق کان محروم ڪيو ٿو وڃي. پر عدالت جو هيءُ فيصلو وقت کانپوءِ هو. ديمتروف جي لاجواب آڏي پڇا ۽ تنقيد سڄي دنيا کي حال جي حقيقت کان باخبر ڪري ڇڏيو هو . ان کانسواءِ براڙون بڪ Brown Book لکن جي تعداد ۾ ورهائجي چڪو هو. اخبارن ۾ ان ڪتاب جا ڪافي حصا شايع ٿي چڪا هئا ۽ هائي ليپ زيگ جي عدالت رڳو پنهنجي دفاع لاءِ ڪوشش ڪري رهي هئي. عدالت مجبور هئي ته 'براڙون بڪ' ۾ ڄاڻايل واقعن کي غلط ثابت ڪري.

انَ جي ڀرپور ڪوشش لوبي Lubbe کي ڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ هئي. ان لاءِ ته، لوبي ڏوهي ثابت نٿي ٿيو ته سوال ٿي پيدا ٿيو ته، پوءِ ريشتاغ کي باهه لڳائڻ جو اصل ڏوهاري ڪير هو؟ ۽ جيڪڏهن چيو وڃي ته لوبي سان ڏوهه ۾ ٻيا ماڻهو به شريڪ هئا ته سوال ٿو پيدا ٿئي ته، آهي ماڻهو لوبي سان گڏ گرفتار ڇو نه ڪيا ويا؟ جڏهن ته جاءِ واردات تان ڀڄي نڪرڻ جو ڪوبه رستو نه هو، سواءِ ان رستي جي، جيڪو گوئرنگ جي رهائشگاهه جو رستو هو.

عدالت جي ان موقف مان ديمتروف فائدو وٺي سوال ڪري ڇڏيو ته 'جيڪڏهن باهه لوبي لڳائي آهي ۽ ان سان گڏ ڪو ٻيو شخص شريڪ نه هو ته، هن ايڏو ڏکيو ۽ خطرناڪ ڪم اڪيلي سر ڪيئن ڪيو؟' ان سوال جو جواب ڪوبه ڏئي نه سگهيو. لوبي رڳو ايترو چيو ته 'مون کي ڪابه خبر ناهي.'

ديمتروف لوبي کان ٻيو سوال پڇيو ته 'تو باهه لڳائڻ لاءِ ٻارڻ ڪٿان ڪان ۽ ڪنهن نموني حاصل ڪيو هو؟' ان تي لوبي عدالت کي درخواست ڪئي ته هن کي جواب ڏيڻ تي مجبور نه ڪيو وڃي. ان تي ديمتروف چٿر ۽ ڪليل لفظن ۾ چيو ته: 'ان جو مطلب هيءُ آهي ته لوبي ٻين جي هٿن ۾ ڪيڏي رهيو هو ۽ اهو ڪم هُن ٻين جي چُرچ تي ڪيو آهي.' ان تي عدالت رڙ ڪندي چيو ته 'ديمتروف! فيصلو

ڪرڻ ۽ بيانن مان نتيجو ڪڍڻ، تنهنجو ڪم ناهي.
هيءُ اسان جو ڪم آهي-'

عدالت ڪيترا ڀيرا ديمتروف کي ڳالهائڻ جي حق کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کي حڪم ڏنو ته هو چپ رهي. پر هو جرئت ۽ بي باڪيءَ جو مظاهرو ڪندي پنهنجو موقف پيش ڪندو رهيو ۽ فسطائين کان حوصلا خطا ڪندڙ سوال پڇندو رهيو. هُن ڪوڙن شاهدن جي بيانن جي تضاد مان ثابت ڪري ڇڏيو ته فسطائين ڪميونسٽن خلاف سازش ڪئي آهي-

ريشتاغ جي چوڪيدار شاهدي ڏني ته هن ٢٧- فيبروري تي جنهن ڏينهن ريشتاغ ۾ باهه لڳڻ جو واقعو پيش آيو ديمتروف کي ڏٺو هو. حالانڪ سرڪاري وڪيل ان کان پهرين پڇي چڪو هو ته ديمتروف ان ڏينهن هڪ ٻئي شهر ميونخ (Munich) ۾ هو—

شاهد جي ان ڪوڙي بيان تي عدالت ۾ موجود ديمتروف سميت سڀني کي کل اچي وئي ۽ ديمتروف چيو ته 'مان سمجهان ٿو ته هيءُ شاهد ڪنهن جو زرخريد آهي-' ۽ وري سرڪاري وڪيل ڏانهن مخاطب ٿي چيائين ته: 'مان اوهان کي اهڙي شاهد جي بيان تي مبارڪون پيش ڪريان ٿو-'

سرڪاري وڪيل ۽ سرڪاري ڌر جي طرفان پيش ٿيڻ وارن شاهدن جي ڪوڙ ۽ ننڍپيءَ جو پردو چاڪ

ٿي وڃڻ تي هي سڀ ماڻهو عدالت جي ڪمري مان آهستي آهستي ٻاهر هليا ويا ۽ انهن جي جاءِ شاهدن جي هڪ ٻي ٽولي ورتي. هي سڀ ماڻهو خفيه پوليس جا ايجنٽ هئا—

ٽون شاهدن ۾ هڪ شاهد هنز 'Hinz' عدالت کي ٻڌايو ته مان پوليس جي هدايتن موجب ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل رهيو آهيان ۽ ان کي جيل مان ڪڍي عدالت جي شاهديءَ لاءِ پيش ڪيو ويو هو. عدالت ۾ ان ڏوهن جي فهرست به پيش ڪئي وئي هئي جن جي ڪرڻ جي ڏوهه ۾ ان کي مختلف سزائون ڏنيون ويون هيون ۽ هيءُ قيد جي سزا ڪاٽي رهيو هو—

ديمتروف اتي ٻيهي اعتراض ڪيو ته ان قسم جي ڏوهي ۽ بدڪردار شخص کي شاهد طور عدالت ۾ ڇو پيش ڪيو ٿو وڃي. ديمتروف جي ان اعتراض تي جج مجبور ٿي ويو ۽ هُن ان فرضي شاهد 'هنز' کي عدالت مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو شخص شاهد طور پيش ڪيو ويو ان جو نالو هو گروٽي 'Grotte' — ديمتروف ان کي غور سان ڏٺو ۽ سمجهي ورتو ته اهو شخص چريو آهي. آخر ديمتروف جي مطالبي تي ان جو طبي معائنو ڪيو ويو ته واقعي آهو شخص چريو ثابت ٿيو. هاڻي ٽيو شاهد پيش ڪيو ويو جنهن جو نالو ڪام فير 'Kam feer' هو. هيءُ چور هو ۽ چوريءَ جي الزام ۾ ٻه ڀيرا سزا

ڪاتي چڪو هو- وري لي برمين Lie Bermann نالي هڪ ٻيو شاهد پيش ڪيو ويو، جنهن جي بيانن ۾ حد درجي جو تضاد هو-

آخر ديمتروف احتجاج ڪندي سوال ڪيو ته:

'هن قسم جي واهيات ۽ بي هودن شاهدن کي عدالت ۾ ڇو پيش ڪيو ٿو وڃي-؟' هن وڌيڪ چيو ته:

'... هي استغاثه جي بدنصيبي آهي ته ان طرفان عدالت ۾ پيش ٿيل وارا شاهد يا ته پاڳل آهن يا ڏوهي- استغاثه وٽ ڪو به صحيح يا معياري شاهد ڪونهي.

انهن پاڳل ۽ ڏوهي شاهدن کانپوءِ ريشتاغ جا ڏي ڊپٽي شاهدن جي حيثيت ۾ عدالت ۾ حاضر ٿيا انهن مان هڪڙو شاهد ڪرير 'Kreyer' جي بيان تي ديمتروف اعتراض ڪندي چيو ته: هن شخص شروعاتي تحقيقاتي عدالت ۾ بيان ڏيندي چيو هو ته حادثي جي ڏينهن مان گوئرنگ 'Goering' جي گهر هئس ۽ اچ ڇئي رهيو آهي ته ٻئي ڏينهن گوئرنگ جي گهر ويو هئس. شاهد جي بيانن ۾ ان تضاد کي بي نقاب ڪرڻ کانپوءِ ديمتروف چيو:

'مان سمجهان ٿو ته شاهد غلط بيانيءَ کان ڪم ورتو آهي ۽ هن پنهنجو بيان ٻئي شخص جي چوڻ تي ڏنو آهي-'

ديمتروف جي ان بيان مان هر شخص سمجهي ٿي

ورنو ته ديمتروف هٽلر جي ساٿي هٽ گوئرنگ تي
الزام لڳائي رهيو آهي ته هو ريشتاغ کي باهه لڳائڻ
واري سازش ۾ شريڪ هو. عدالت ديمتروف کي شاهد
تي اعتراض ۽ جرح ڪرڻ جي حق کان محروم ڪري
ڇڏيو هو. پر پوءِ به ديمتروف سوال ڪري وڌو ته:
'ڇا شاهد کي هن حقيقت جو علم آهي ته آسٽريا
۾ نيشنل سوشلسٽ ورڪرز خفيه سرگرمين ۾ مصروف
آهن ۽ اهو ته ماڻهو ڪوڙا ۽ جعلي پاسپورٽ استعمال
ڪري رهيا آهن ۽ انهن جو هيءُ عمل ان کان مختلف
ناهي نه مان اڄ برلن ۾ آهيان، ان سوال تي ڪريئر
'Kreyer' شيخ تي ويو ۽ رڙ ڪري چيائين ته ان
سوال جو ريشتاغ جي باهه سان ڪوبه واسطو ڪونهي
۽ مان هڪ جرمن هٿ جي حيثيت ۾ آسٽريا ۾ ڪم
ڪري سگهان ٿو. منهنجي ۽ ديمتروف جي وچ ۾ فرق
آهي. (يعني مون کي آسٽريا ۾ سياسي سرگرمين جو
حق آهي پر ديمتروف کي جرمنيءَ ۾ ان قسم جو
ڪوبه حق ناهي.)
ديمتروف چيو ته واقعي تو ۽ مون ۾ فرق آهي.
اهو فرق اهو ئي آهي جيڪو هڪ نيشنل سوشلسٽ
۽ ڪميونسٽ ۾ ٿي سگهي ٿو. منهنجو مقصد رڳو
هيءُ ثابت ڪرڻ هو ته 'خفيه ڪم ڪرڻ رڳو ڪميونسٽ
جو ئي ڪم ناهي-'
هاڻي ديمتروف ٻئي شاهد ڪاروان Karwahne

ڏانهن مخاطب ٿي چيو: ’ڪاروان! تون رکو ان لاءِ نيشنل سوشلسٽ آهين ته ان ڪانسواءِ ريشتاغ ۾ ديتي طور نٿو رهي سگهين.‘ ان موقعي تي ديمتروف ٽرانسڪي ازم ڪان فاشزم تائين تبديليءَ جي سببن تي روشني وڌي ۽ ٻڌايو ته ٽراتسڪي ازم جا حامي آهي ئي ماڻهو آهن جيڪي انقلاب جا مخالف آهن.‘

ديمتروف عدالت ۾ فسطائين تي زبردست حملا ۽ اعتراض ڪيا. فسطائي جج ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪئي پر ديمتروف جرئت ۽ بي باڪيءَ ڪان ڪم ورتي. دشمن تي حملي جو ڪو موقعو هٿان وڃڻ نه ڏنو ۽ مخالفن تي سوالن جي بوڇاڙ ڪندو رهيو. ان جي جرح، سوالن، اعتراض ۽ بيانن مان ڪيس جي اصلي حقيقت ۽ استغاثه جي ڪمزوري بي نقاب ٿي وئي ۽ هر ڪنهن جاتي ورتو ته ريشتاغ کي باهه لڳائڻ وارا فسطائي پاڻ هئا ۽ ان باهه لڳائڻ جو مقصد ڪميونسٽن تي تخريبي ڪاروائيءَ جو الزام لڳائي انهن کي ڪچلڻ هو. هاڻي عدالت ۾ فسطائي ليڊر پريشان هئا ۽ انهن کي محسوس ٿي رهيو هو ته جيڪي الزام انهن ڪميونسٽن تي لڳائڻ جي سازش ڪئي هئي. آهي خود انهن جي خلاف ثابت ٿي رهيا هئا. هاڻي سوال ٻين تي الزام لڳائڻ جو ناهي پر پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ جو آهي. فسطائين پنهنجي طاقت ۽ قوت واري انتهائي مظهر گوئرنگ 'Goering' ۽ گوئبلز 'Goebbels' کي شاهد ڏاهي

عدالت ۾ آڻي پيش ڪيو-

ديمتروف ۽ گوئرنگ جي وچ ۾ 'تون چا تون چا' جو سلسلو شروع ٿي ويو. هيءَ جنگ ٻن مختلف ۽ متضاد طبقن جي نمائندن جي وچ ۾ هئي. گوئرنگ زوال پذير سرمائيدارن جي طبقي جو نمائندو هو ۽ ديمتروف ترقي پذير پورهيت طبقي جو نمائندو. انهن ڏينهن ۾ هڪ آرٽسٽ انهن ٻنهي نمائندن جي هڪ تصوير ٺاهي هئي. جنهن ۾ ڪميونسٽن جو نمائندو ديمتروف وڏو ۽ فسطائين جو نمائندو گوئرنگ ننڍو نظر اچي رهيو هو. هيءَ تصوير انهن ڏينهن ۾ ڏاڍي مشهور ٿي هئي ۽ پوري دنيا جي اخبارن ۾ شايع ٿي هئي.

گوئرنگ ۽ هٽلر 'Hitler' ٻه شخص جرمنيءَ ۾ سڀ کان وڏيڪ طاقت ۽ اختيارن جا مالڪ تصور ڪيا ويندا هئا. جڏهن گوئرنگ عدالت ۾ داخل ٿيو ته ان جو محافظ دستو ان سان گڏ هو. عدالت واري ڪمري ۾ جيڪي ماڻهو موجود هئا. ان جي اچڻ تي سڀ ادب ۽ احترام ۾ اٿي بيٺا ۽ سيني نازي آدابن مطابق گوئرنگ کي سلام ڪيو-

گوئرنگ جيڪو نازي حڪومت جو وزير هو. ان پوري ڏيڍ ڪلاڪ تائين عدالت ۾ تقرير ڪئي جنهن ۾ ديمتروف تي الزام لڳايا ويا هئا. ان جي هڪ هڪ جملي تي عدالت ۾ موجود فسطائي خوشيءَ مان تاڙيون وڄائيندا ان کي داد ڏيندا رهيا. گوئرنگ جي ڊگهي

تقرير ڪانپوءِ ديمتروف ڳالهايو ۽ هُن آن تي جرح ڪندي پڇيو ته:

'اوهان ٢٨ ۽ ٢٩ فيبروريءَ تي وزير داخله جي حيثيت ۾ باهه لڳڻ جي تحقيقات جي سلسلي ۾ ڇا ڇيو هو؟ لوبي 'Lubbe' ريشتاغ ۾ ڪيئن داخل ٿيو؟ اوهان وزير داخله جي حيثيت ۾ ٢٨ فيبروريءَ تي هيءُ بيان ڪيئن ڏنو هو ته تورگلير Torgler جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ليڊر ريشتاغ کي باهه لڳائڻ ۾ حصو ورتو آهي - ۽ هيءُ ته لوبي وٽان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبر هئڻ جو ڪارڊ مليو آهي. جڏهن ته پوليس عدالت ۾ بيان ڏنو آهي ته ان قسم جي ڪابه شيءِ لوبي وٽ نه هئي-'

وزير داخله گوئرنگ جيڪو شروع ۾ حاڪمانه انداز ۾ ڳالهائي رهيو هو. ديمتروف جي سوالن تي مائيف ٿي ويو ۽ سوالن جي جواب ڏيڻ بجاءِ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو ۽ ان سان گڏ ديمتروف کي ڌمڪيون ڏيڻ ۾ لڳي ويو ۽ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي چيائين ته 'ڪميونسٽ پارٽي غندن ۽ ڌوهين جي پارٽي آهي. ان کي فوري طور تي ڪچلي ڇڏڻ گهرجي-'

ديمتروف نهايت تحمل ۽ پُر وقار انداز ۾ جواب ڏنو ته 'ڪميونسٽ پارٽي فسطائيت خلاف وڙهڻ وارن جي پارٽي آهي ۽ جنگ ۾ فتح ان جي ٿيندي-' هن گوئرنگ سان مخاطب ٿيندي چيو: 'ڇا اوهان ڄاڻو ٿا

ته هيءَ پارٽي دنيا جي ڇهين حصي تي حڪومت ڪري رهي آهي. جنهن جو نالو سويت يونين آهي، ۽ هيءَ ته سويت يونين جا جرمني حڪومت سان سفارتي، سياسي ۽ اقتصادي تعلقات آهن، جن جي ڪري هزارين جرمن روزگار ۾ آهن. مون کي خبر آهي ته تون ذميوار وزير داخله هئڻ جي حيثيت سان هي سڀ ڳالهيون چائين ٿو ۽ چاڻ ڪانپوءِ به ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڏٺين جي پارٽي چئي رهيو آهين—؟'

ان موقعي تي عدالت ڳوئرنگ جي مدد ڪندي ديمتروف کي حڪم ڏنو ته ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پروپيگنڊا نه ڪر— خاموش ٿي وڃ. ديمتروف عدالت کي مخاطب ٿيندي چيو: 'جناب! وزير داخله نيشنل سوشلسٽ پارٽيءَ جي پروپيگنڊا ڪري رهيو آهي.' ۽ آن سان گڏ چيائين: 'بالشويڪ نظريو سويت يونين ۾ اقتدار ۾ آهي. سويت يونين دنيا جو سڀ کان وڏو ملڪ آهي ۽ جرمنيءَ ۾ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو ان جا حامي آهن، ڇا اوهان صاحبن کي ان جو علم آهي؟'

گوئرنگ ديمتروف جي ڳالهه ڪٽيندي چيو: 'ها جرمنيءَ جا ماڻهو ڄاڻن ٿا ته توهان جو رويو غلط ۽ گستاخانه آهي ۽ توهان ريشتاغ کي باهه لڳائڻ جو ڏوهه ڪيو آهي. مان عدالت ۾ ان لاءِ نه آيو آهيان ته تون هڪ جج جيان مون کان سوال ڪرين پر

منهنجي نظر ۾ تون ڏوهي آهين ۽ تون ڦاسي ڏيڻ جي لائق آهين-'

گوئرنگ عدالت جي احترام ۽ قائدن جو خيال ڪرڻ ڪانسواءِ رڙ ڪري ديمتروف کي گاريون ڏنيون ۽ ان کي ٻاهر نڪري وڃڻ جو چيو-

ديمتروف باوقار انداز ۾ جواب ڏنو 'تو وٽ منهنجي سوالن جو ڪوبہ جواب ناهي ۽ تون منهنجي سوالن کان ڊڄي ويو آهين. ان لاءِ اِن قسم جون گاليون ڪري رهيو آهين-'

آخر عدالت جي حڪم سان ديمتروف کي زوريءَ عدالت جي ڪمري مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ گوئرنگ کيس ڌمڪي ڏيندي چيو تہ 'مان عدالت کانپوءِ توسان نبرڊندس-

ديمتروف مان ان وحشيانہ برتاءُ خلاف پوري دنيا ۾ احتجاج ڪيو ويو. عدالت ۾ جج موجود آهي ۽ شاهد جوابدار کي گاريون ۽ ڌمڪيون تہ ڏئي ۽ گهٽ وڌ ڳالهائي عدالت جي ڪمري مان ٻاهر تہ ڪڍي ڇڏي. فسطائين جي اِن اٿوٽندڙ سلوڪ خلاف پوري دنيا جي اخبارن ۽ سرمائيدارن جي ترجمان اخبارن بہ مضمون شائع ڪيا ۽ اداريا لکيا-

اِن واقعي جي پٺيءَ ڏينهن لنڊن جي اخبار 'Observer' لکيو تہ:

'گوئرنگ 'Goering' براؤن بڪ Brown - Book

۾ بيان ڪيل واقعن جي ترديد نہ ڪري سگھيو. جوابدار خلاف نہ ڪو غلط جي تائيد ۾ بہ ڪوبہ دليل پيش نہ ڪري سگھيو ۽ هو پنھنجي پارٽي نيشنل سوشلسٽ تي لڳايل ڪنھن بہ الزام جي ترديد نہ ڪري سگھيو.'

لنڊن جي هڪ ٻي اخبار 'ڊيلي ٽيليگراف' 'Daily Telegraph' لکيو:

'عدالت اکيون کوليون آهن. ان لاءِ تہ انصاف جي تقاضا موجب هوءَ گوئرنگ کي ديمتروف جي توهين جي ڏوهہ ۾ عدالتي ڪمري مان ٻاهر نہ ڪڍي سگھي ۽ هاڻي اسان چاهيون ٿا تہ آديون تہ اصل واقعا ڪهڙا آهن -؟'

سوئيزرلينڊ جي هڪ اخبار 'Neuez uricherzeitung' لکيو:

'عدالت جي موجودگيءَ ۾ شاهد (گوئرنگ) ديمتروف کي گاريون ۽ ڌمڪيون ڏنيون آهن. ان واقعي مان عدالت جي ڪمزوري ۽ بي وسي ظاهر ٿئي ٿي.'

هي اخبارون جن ملڪن جون هيون انهن مان ڪنهن ملڪ تي بہ ڪميونسٽن جي حمايت جو شڪ بہ نہ پيو ڪري سگهجي. انهن مڃيو تہ عدالتي ڪمري ۾ دليلن سان ديمتروف جرمنيءَ جي سڀ کان وڏيڪ بااختيار وزير کي هيٺ ڪيرائي ڇڏيو آهي.

عدالت ۾ ان تاريخي واقعي کان ٻارنهن سال پوءِ گوئرنگ 'Goering' هڪ ٻي عدالت ۾ جوابدار جي

حيثيت ۾ پيش ٿيو. ان عدالت ۾ ڪميونسٽن خلاف جرمنيءَ جي نازي ۽ فسطائي حڪمرانن تي جنگي ڏوهن ڪرڻ جو الزام لڳايو هو ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ ڪميونسٽن جي طرفدار برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا گوڊرنگ خلاف ڪيس جي ڪاروائي ۾ حصو ورتو هو.

گوڊرنگ ڪانپوءِ عدالت کي مشڪلاتن کان بچائڻ ۽ استغاثه جي ڪهاڻيءَ کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ جرمنيءَ جو هڪ ٻيو وزير عدالت ۾ شاهد بڻجي پيش ٿيو. هيءُ نشر و اشاعت جي محڪمي جو وزير گوئبلز 'Goebbels' هو. ان کي جرمنيءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ فسطائي فلسفي جو قابل، ماهر ۽ ترجمان سمجهيو ويندو هو.

گوئبلز ديمتروف جي سوالن جا جواب ڏيندي فخريه انداز ۾ چيو هو: 'مان ديمتروف جي مقصد کان واقف آهيان. مان ڄاڻان ٿو ته هيءُ پروپيگنڊا جي فن جو ماهر آهي. پر هيءُ منهنجي مقابلي ۾ ڪامياب نه ٿي سگهندو.'

ديمتروف شاهد کان پڇيو:

'ڇا هيءُ حقيقت ناهي ته پورهيتن جو قتل عام ڪيو ويو آهي. جماعتي طور تي به ۽ انفرادي حيثيت سان به.'

گوئبلز ان سوال جي جواب ڏيڻ کان لنوائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، مگر ديمتروف ان کي هيڏانهن

هوڏانهن ويڃي نہ ڏنو ۽ سوال ڪيائينس تہ ’ڇا اها حقيقت ناهي تہ ان قسم جي قتل ڪرڻ وارن کي هٽلر بذات خود مبارڪ پيش ڪندو رهيو آهي-؟‘

گوئبلز، جج ۽ عدالت ۾ هر شخص سمجهي ويو هو تہ ديمتروف هٽلر جي ان پيغام ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي. جنهن ۾ هٽلر نازي پارٽيءَ سان واسطو رکڻ وارن انهن پنجن ڏوهين کي مبارڪ ڏني هئي. جن پورهيت طبقي جي هڪ ڪارڪن کي قتل ڪري ڇڏيو هو-

ديمتروف شاهد ۽ جج کي مهلت ڏيڻ کانسواءِ ڳالهہ جاري رکندي چيو:

(گوئرنگ (اڳوڻو شاهد) عدالت ۾ چيو آهي تہ ڪميونزم جي معنيٰ آهي خون خرابي. هيءَ حقيقت هر ڪوئي ڄاڻي ٿو تہ جنگ کانپوءِ جرمنيءَ ۾ ڪيترائي سياسي ليڊر قتل ٿيا آهن. انهن ۾ اڪثريت پورهيت طبقي جي اڳواڻن جي آهي. مان شاهد کان پڇڻ چاهيان ٿو تہ جرمنيءَ ۾ هي سياسي قتل ڪنهن ڪيا آهن-؟ ڇا هيءُ حقيقت ناهي تہ قاتل ساڄي ڌر جا حامي ۽ موجوده نيشنل سوشلسٽ پارٽيءَ ۾ آهن-؟

گوئبلز ‘Goebbels’ ان سوال جي جواب کان بہ بچڻ جي ڪوشش ڪندي چيو تہ ’ديمتروف کي اجازت آهي تہ پلي هو آدم ۽ حوا کان واقعن جو بيان شروع ڪري ڇڏي. (شاهد جو مطلب هيءُ هو

ته پراڻين ڳالهين دُهرائڻ مان ڪو فائدو ناهي ۽ انهن جو واسطو زير بحث ڪيس سان ڪجهه ڪونهي.)

ڊيمتروف شاهد کان اقرار ڪرائڻ چاهيو ٿي تـه خون خرابي ۽ تخريبي ڪاروائين ڪن ڪم وٺي فسطائين جو شيوو هلندو پيو اچي. شاهد هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري جواب کان بچڻ جي ڪوشش ۾ هو ته ڊيمتروف پڇي ورتو:

'جيڪڏهن نازين کي هيءَ حق حاصل آهي ته هو پنهنجي بچاءَ لاءِ مسلح ڪاروائي ڪن تـه اهو حق ڪميونسٽن کي ڇو حاصل ڪونهي؟

هاڻي عدالت ۾ موجود هر ماڻهو محسوس ڪرڻ لڳو ته گوئرنگ جيان گوئبلز به بي وس ٿي چڪو آهي. جرمنيءَ جي وزير جي شڪست تي ماڻهو اکيون ڪرڻ لڳا هئا ۽ پوري ملڪ ۾ تبصرا ٿيڻ لڳا. اصل ۾ ماڻهن هيءُ نٿي چاتو تـه ڊيمتروف ۾ جرئت ۽ بي باڪي ڪٿان آئي آهي. انهن کي ان حقيقت جي ڄاڻ نه هئي ته ڊيمتروف جنهن پورهيت طبقي جو ترجمان آهي. اهو طبقو حق ۽ سچائي جي راهه تي گامزن آهي ۽ ان عالمي سچائيءَ ان ۾ جرئت پيدا ڪري ڇڏي آهي. ان کي پنهنجي طبقي جي فتح ۽ ڪاميابيءَ جو يقين آهي ۽ اهو يقين ان ۾ جرئت ۽ حوصلو پيدا ڪري رهيو آهي. ڊيمتروف ڄاڻي ٿو ته ڪميونزم هڪ طاقتور نظريو آهي. هي سياسي ۽ اخلاقي ميدان

۾ ڪامياب ٿيڻ وارو نظريو آهي ۽ ان جي مخالفت جو نظريو ڪرندڙ ديوار آهي. سرمائيدارانه نظام زوال پذير، مرندڙ ۽ دم ڏيندڙ نظام آهي. مطلب ته جنگ ۽ جدوجهد ۾ ڪاميابي ۽ فتح جي مڪمل يقين ديميٽروف ۾ جرئت پيدا ڪري ڇڏي آهي—

عدالت ۾ جرمنيءَ جي وزيرن ۽ استغاثه جي ٻين شاهدن ذلت ڀري شڪست کائي، جڏهن اصل مسئلي تي غور ڪرڻ شروع ڪيو. جرمنيءَ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ تي الزام هو ته هن ملڪ ۾ مُسلح بغاوت جو منصوبو تيار ڪيو هو ۽ ان بغاوت جي شروعات ريشتاغ ۾ باهه لڳڻ سان ٿئي ها. ان الزام کي ثابت ڪرڻ لاءِ استغاثه طرفان شاهدن جي هڪ ٻي جماعت عدالت ۾ حاضر ٿي—

شاهدن جي هيءَ نئين جماعت پوردهيت طبقي جي انهن مظلوم ماڻهن تي مشتمل هئي. جن کي جيلن ۾ ايذاءَ ڏئي غلط ۽ ڪوڙي شاهدي ڏيڻ لاءِ تيار ڪيو ويو هو—

سڀ کان پهرين هڪ نمليڙي ڳوٺ جي پورهيتن کي پيش ڪيو ويو. انهن کي شاهد طور هي بيان ڏيڻو هو ته ڪميونسٽن پوليس جي وڏن آفيسرن کي قتل ڪرڻ ۽ ٻين تخريبي ڪاروائين جو پروگرام ٺاهيو هو—

انهن مان سواءِ ڪن جي ٻين سڀني استغاثه جي ڪهاڻي جي تصديق ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

اصل ۾ پوليس هزارين پورهيتن مان آهي چند ماڻهو پنهنجي مطلب لاءِ چونڊيا هئا. پر انهن ۾ به سواءِ هڪ اڌ جي ڪوبه اهڙو نه نڪتو جيڪو ڪميونسٽ پارٽيءَ خلاف ڪوڙي شاهدي ڏئي—

جيڪي چند شاهد عدالت ۾ پيش ٿيا انهن به ديمتروف جي جرح تي ان حقيقت جو اعتراف ڪري ورتو ته پوليس انهن کي شاهدي ڏيڻ تي مجبور ڪيو هو. ان تي ديمتروف عدالتن کان مطالبو ڪيو ته اهڙن بد ديانت پوليس آفيسرن کي، جن ڪوڙي شاهدي ڏيڻ لاءِ هنن بيوس ماڻهن تي ظلم ڪيا آهن ۽ انهن کي مجبور ڪيو آهي. عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي. هڪ ٻي شاهديءَ کانپوءِ ثابت ٿي ويو ته ڪميونسٽن بغاوت جو يا تخريبي ڪاروائين جو ڪوبه پروگرام نه ٺاهيو هو. پارٽيءَ رڳو ۽ رڳو پورهيتن جو متحده محاذ بنائڻ جي دعوت ڏني هئي. ان موقعي تي ديمتروف چيو:

’هي شاهد استغاثه طرفان عدالت ۾ پيش ٿيا آهن پر انهن استغاثه جي ڪهاڻيءَ جي ترديد ڪري ڇڏي آهي ۽ استغاثه تي جبر ڪرڻ جو الزام لڳايو آهي—‘

ديمتروف پورهيت طبقي سان واسطو رکڻ وارن انهن شاهدن کان پڇيو: ’ڇا واقعي اهو سچ آهي ته انهن ريشتاغ کي بغاوت جي شروعاتي اعلان طور باهه لڳائي هئي—؟‘

آن سوال جو جواب سپني 'نه' ۾ ڏنو. ھاڻي ديمتروف ڪمال ھوشياري ۽ عقلمندي سان سوالن جو ھڪ سلسلو شروع ڪيو-

١- ڇا جنوري ١٩٣٣ع ۾ ھٽلر جي اقتدار ۾ اچڻ کان پھرين ڪميونسٽ پارٽي ان قسم جو ڪو فيصلو ڪيو ھو تہ جيڪڏھن ھٽلر اقتدار ۾ اچي ويو تہ پارٽي مسلح بغاوت ڪندي؟ ڇا پارٽي ڪڏھن بہ بغاوت جي سوال تي سوچيو ھو-؟

٢- ڇا نيشنل سوشلسٽ پارٽي (نازي پارٽي) جي اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ اوھان ماڻھن جي علائقن ۾ ڪميونسٽن کي گرفتار نہ ڪيو ويو ھو. ڇا ڪميونسٽن جي لٽريچر تي پابندي نہ لڳائي وئي ھئي-؟ ڇا ڪميونسٽن کي جلسن کان روڪيو نہ ويو ھو؟ ۽ ڇا ڪميونسٽن کي چونڊن ۾ حصي وٺڻ جي حق کان محروم نہ ڪيو ويو ھو؟ انھن حالتن ۾ پارٽي پنھنجي بچاءَ ۽ حالتن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ ڪھڙي راھ اختيار ڪئي ھئي-؟

٣- ڇا ان دوران نازين جي طرف کان ڪميونسٽن تي حملا نہ ڪيا ويا ھئا-؟

٤- ڇا ان دوران اوھان جي علائقن کي نازين مُسلح نہ ڪري ڇڏيو ھو-؟

٥- ڇا پوليس ۽ نيشنل سوشلسٽن اوھان جي علائقن ۾ ڪميونسٽن کي گرفتار نہ ڪيو ھو-؟

٦- اوھان ماڻھن جي علائقن ۾ پارٽيءَ جي تنظيم

جي قيام دوران ڇا ڪٿهن اهڙين ڪاروائين ۾ غيرملڪي ذريعن کي استعمال ڪرڻ جي باري ۾ غور ڪيو ويو هو-؟

سرڪاري وڪيل سمجهي ويو ته ديمتروف جي انهن سوالن جو مقصد ڪهڙو آهي-؟ پر هاڻي ديمتروف پنهنجو مقصد حاصل ڪري چڪو هو. هُن پنهنجي مخصوص انداز سان شاهدن کان سڀڪجهه چوائي ڇڏيو هو ۽ ان نموني انهن غريب ۽ بي وس ماڻهن جن کي پوليس مهينن تائين ستايو ۽ ڏيچاريو هو ۽ پنهنجو شاهد بنائي عدالت ۾ پيش ڪيو هو. عدالت ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي بچاءَ جو فرض ادا ڪري ڇڏيو-

عدالت شاهدن کي رڳو مخصوص سوالن جا جواب ڏيڻ جي اجازت ڏني هئي پر هنن پنهنجي جوابن ۾ هيءُ حقيقت بيان ڪري ڇڏي ته ڪميونسٽ پارٽي لڳندڙ پابندين خلاف مظاهرن ۽ هڙتالن جو پروگرام ٺاهي رهي هئي. ان کان وڌيڪ پارٽيءَ ڪجهه نه ڪيو-

ان کانپوءِ استغاثه طرفان پورهيتن تي مشتمل هڪ بي جماعت کي شاهد طور عدالت ۾ پيش ڪيو هو. ديمتروف انهن کان به سوال ڪيا ۽ انهن کان سچ چوائي ڇڏيو ۽ آخرڪار عدالت تي واضح ڪري ڇڏيو ته اصل حقيقت ۽ معاملو ڇا آهي-

جج ديمتروف کي جرح مختصر ڪرڻ جي هدايت ڪئي ۽ ان کي سوالن دوران بار بار ٽوڪيندو رهيو.

ڊيمتروف جج جي ان رويي خلاف احتجاج ڪيو ۽ پنهنجي بچاءَ واري حق ڏانهن هٿ ڪڍڻ کان انڪار ڪندي سوالن جو سلسلو جاري رکيو ۽ ان نموني ريشتاغ ۾ باهه لڳڻ کان پهرين ۽ پوءِ وارين ملڪي حالتن، پارٽيءَ جي پروگرام ۽ طريقه ڪار ۽ استغاثه جي ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ کي ساري دنيا تي واضح ڪري ڇڏيو. هن جرح ۽ سوالن ذريعي غدارن ۽ پورهيت عوام جي دشمنن کي بي نقاب ڪري ڇڏيو ۽ عدالت سان مخاطب ٿي چيو:

’مان ڄاڻان ٿو ته منهنجا ڪيترائي سوال اوهان ماڻهن لاءِ چڱا نه هئا. پر ان سلسلي ۾ غلطي منهنجي ناهي. مان پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان عدالت ۾ هتي ڳالهيون ڪرڻ نه آيو آهيان. مان ته آزادي ٿو چاهيان. مان ڪميونزم لاءِ ڪم ڪرڻ جي آزادي ٿو چاهيان. مان پنهنجي ڏي ملڪ ۾ ڪم ڪرڻ ٿو چاهيان. پر جڏهن مون کي عدالت ۾ اچڻ تي مجبور ڪيو ويو ته مون پنهنجي مقصد جي حاصلات خاطر هتي به جدوجهد ڪئي. منهنجي ڪيترن ئي سوالن سان اوهان صاحبن کي تڪليف پهتي آهي پر ان سلسلي ۾ منهنجو ڪو به ڏوهه ڪونهي. مان بي گناهه آهيان ۽ مون کي خوامخواهه عدالت ۾ آڻي بيهاريو ويو آهي. هاڻي مون پنهنجي بچاءَ لاءِ هڪ ڪميونسٽ جيان ڪوشش ڪئي آهي-‘

ان کانپوءِ ڊيمتروف عدالت کان مطالبو ڪيو ته

فلاڻين فلاڻين نمايان شخصيتن کي عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي. مان انهن کان سوال ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پوزيشن کي واضح ڪري ڇڏڻ ٿو گهران. ان موقعي تي ديمتروف ڏهه سوال ترتيب ڏنا. انهن سوالن جي گونج پوري دنيا ۾ پڌڻ ۾ آئي ۽ عوام جون اکيون کلي ويون ۽ سيني جرمنيءَ ۾ فسطائين جي آمريت کي بي نقاب ٿيندي ڏسي ورتو.

جن ماڻهن کي ديمتروف عدالت ۾ گهرائڻ چاهيو ٿي، جج انهن کي گهرائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. پر ديمتروف کي پنهنجي ترتيب ڏنل سوالن پڇڻ کان روڪي نه سگهيو.

سرڪاري وڪيل مختلف عدالتن جي ڪميونسٽن خلاف ڏنل فيصلن جا خاص خاص ٽڪرا پڙهي ٻڌايا. ان تي ديمتروف مطالبو ڪيو ته جرمنيءَ جي اڳوڻين حڪومتن جي دور ۾ عدالت هٽلر خلاف جيڪو فيصلو ڪيو هو، اهو به پڙهي ٻڌايو وڃي.

مختصر هيءَ ته ديمتروف شاهدن، سرڪاري وڪيلن ۽ عدالت جي ڪاروائيءَ ۾ حصو وٺڻ وارن ججن ۽ ٻين ماڻهن کان سوال ڪري ۽ مٿن جرح ڪري واقعن جي اصلي نوعيت کي واضح ڪري ڇڏيو ۽ استغاثه کي ڪيترن الزامن واپس وٺڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

ديمتروف مارڪس ۽ لينن جي تعليم ۽ بالشويڪ اصولن تي عمل ڪري پوري دنيا جي پورهيت طبقي

جي عوام کي پڌائي ڇڏيو ته دشمن جي عدالت ۾ ڪهڙي نموني جرئت ڪان ڪم ورتو ويندو آهي؟

ديمتروف ڪيس جي ڪاروائيءَ جي شروع ۾ حڪومت جي طرف ڪان مقرر ڪيل دفاعي ڪائونسل جي خدمت حاصل ڪرڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ ان جي جاءِ تي پنهنجي طرف ڪان اٺن وڪيلن جا نالا پيش ڪيا هئا، جن کي هُو پنهنجي طرف ڪان پيش ڪرڻ ٿي چاهيو. پر عدالت انهن مان ڪنهن هڪ کي به عدالت ۾ پيش ٿيڻ جي اجازت نه ڏني ۽ وڏيڪ جن وڪيلن پنهنجي ليکي عدالت ۾ مبصر جي حيثيت ۾ حاضر ٿيڻ چاهيو ٿي، انهن کي به جرمنيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت نه ڏني وئي ۽ انهن مان ڪيترا جيڪي پهريان ڪان جرمنيءَ ۾ موجود هئا، انهن کي ملڪ بدر ڪيو ويو. جيئن آهي ماڻهو ديمتروف ۽ ان جي ساٿين جي ڪنهن قسم جي مدد نه ڪري سگهن. آخر ديمتروف فيصلو ڪيو ته هو پنهنجو بچاءُ خود ڪندو ۽ ان سان گڏ عدالت ۾ چيائين ته:

’مان رڳو ديمتروف ملزم ئي ناهيان پر ملزم جو وڪيل به آهيان-‘

۽ هيءَ حقيقت آهي ته ديمتروف نه رڳو پنهنجو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو به بچاءُ ڪيو ۽ پنهنجي ٻين ساٿي ڪميونسٽ ملزمن جو به بچاءُ ڪندو رهيو. هُن ملزمن جي مدد لاءِ پيش ٿيڻ واري سرڪاري وڪيل

جي اصليت به بي نقاب ڪئي. هي وڪيل اصل ۾ استغاثہ جي مدد لاءِ آيو هو ۽ جڏهن عدالت ۾ ديمتروف بي پناه جرح ۽ سوالن ذريعي دشمن کي شڪست ڏني تہ هيءُ صاحب اک بچائي ڪمري مان گم ٿي ويو.

جڏهن سرڪار طرفان ملزمن جي مدد لاءِ رکيل وڪيل ڳالهائڻ چاهيو تہ ديمتروف ڪمال جرئت ۽ صاف گوئيءَ کان ڪم وٺي اعلان ڪيو تہ:

'مان موت جي سزا قبول ڪري سگهان ٿو پر پنهنجي بي گناهيءَ جي ثابتي ۽ رهائي لاءِ هن شخص جو احسانمند ٿيڻ نٿو چاهيان'

عدالت ۾ ديمتروف جو طريقہ ڪار ٻين ماڻهن کان مختلف هو. هن عدالت جي سياسي شعور کي بلند ڪرڻ تي چاهيو. هُن جج، سرڪاري وڪيل ۽ ملزمن جي مدد ڪرڻ واري سرڪاري وڪيل جي هر ان ڪوشش کي ناڪام ڪري ڇڏيو. جنهن جو مقصد فسطائيت جي حمايت هو ۽ وڌيڪ فسطائيت جي مخالفن لاءِ زمين هموار ڪري ڇڏي هئي.

ديمتروف عدالت جي ڪاروائيءَ تي ڇانئجي ويو هو ۽ هُن اڪيلي سر فسطائيت جي پوري مشنريءَ جو مقابلو ڪيو ۽ مقابلي ۾ ڪامياب رهيو. ڪيس جي ڪاروائيءَ جي پهرين ڏينهن ئي ديمتروف عدالت جي سامهون آزاد ۽ خود مختيار حيثيت اختيار ڪري ورتي هئي ۽ اعلان ڪري ڇڏيو هو تہ:

’مان هڪ قرضيءَ جي حيثيت سان نہ پر قرض گهرندڙ جي حيثيت سان عدالت ۾ پيش ٿي رهيو آهيان-‘ هن چيو هو: ’مان عدالت کان رحم ۽ نوازش جي درخواست نٿو ڪريان. مان رڳو هي چاهيان ٿو تہ مون کي هڪ سچي ڪميونسٽ جيان پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي-‘

سويت يونين کان اچڻ واري هڪ شاهد عورت جي نالي تي سرڪاري وڪيل شڪ ۽ شبهي جو اظهار ڪيو. ان لاءِ تہ ان جي نالي سان گڏ ان جي مڙس جو نالو داخل نہ هو. ان تي ديمتروف سرڪاري وڪيل جي ناقص چاڻ تي اعتراض ڪيو ۽ چيو تہ ان کي سويت يونين جي قانون ۽ اتان جي حالتن جي باري ۾ اڃا ڏاڍين گهڻو ڪجهہ علم حاصل ڪرڻ جي ضرورت آهي.

مطلب تہ عدالت جي پوري ڪارروائيءَ دوران پنهنجي دشمن مٿان اعتراض، جرح، تنقيد ۽ سوالن جا ڪوڙا وسائيندو رهيو ۽ ڪيس جي ڪارروائي جڏهن ختم ٿي تہ ديمتروف فسطائيت کي ڏوهي ثابت ڪري چڪو هو-

لينن 'Lenin' ١٩٠٥ع ۾ چيو هو:

’عدالت جي ڪارروائيءَ جي سلسلي ۾ جهڪو بيان ڏنو وڃي. ان ۾ پارٽيءَ جي

## اصولن، پروگرام ۽ طريقہ ڪار جي پوري پوري وضاحت هجڻ گهرجي-

ديمتروف لينن جي ان هدايت تي پوري طرح عمل ڪيو. هُن ليپ زيگ 'Leip Zig' جي فسطائي عدالت ۾ ڪميونسٽن ۽ بين الاقوامي ڪميونسٽ تحريڪ جي اُصولن، پروگرام ۽ طريقہ ڪار جي پوري نموني وضاحت ڪئي ۽ هيءَ وضاحت ان وقت اهڙين حالتن ۾ ڪئي وئي هئي جو ساري دنيا ۾ ان جي مشهوري ٿي وئي-

ديمتروف جو عدالتي بيان هڪ اهڙو بيان هو. جيڪو بالشويڪ انداز ۾ هڪ اهڙي عدالت ۾ ڏنو ويو هو. جيڪا سرمائيدارن جي هئي ۽ ان جو مقصد سرمائيدارن جو بچاءُ هو. اهو بيان پوري دنيا جي پورهيتن جي نالي اپيل هئي. جنهن ۾ متحد ۽ متفق ٿي فسطائيت جو مقابلو ڪرڻ جي دعوت ڏني وئي هئي. ديمتروف پوري دنيا جي پورهيتن، مزورن، هارين ۽ ديانتدار دانشورن کي درخواست ڪئي هئي تہ ماڻهو ڪميونزم جي تجويز ڪيل شاهراهہ تي هلن ۽ انهن کي ٻڌايو ويو هو تہ جرمنيءَ ۽ بلغاريہ جا ڪميونسٽ ۽ پوري دنيا جا ڪميونسٽ ڪهڙا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ وڙهي رهيا آهن. هن پورهيتن جي جماعت ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جا طريقا ۽ نمونا ٻڌايا ۽ سمجهايو تہ ڪهڙي نموني عوام سان گڏجي

انهن جي صحيح طريقي ۾ اڳواڻي ڪري فتح ۽ ڪاميابي حاصل ڪئي ويندي آهي.'

هن پنهنجي عدالتي بيان ۾ ديانتدار ۽ مخلص ڪارڪنن کي ٻڌايو تہ هن وقت ڏائين پورهيتن جي متحده محاذ قائم نہ ٿي سگهڻ جا اصل ۽ بنيادي ڪارڻ ڪهڙا هئا.

ديمتروف ٻڌايو تہ پورهيتن جي متحده محاذ جي قيام جي راهہ ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ رجعت پسند ليڊرن جو رويو آهي. هي چاهين ٿا تہ سرمائيدارن کي خوش رکيو وڃي ۽ ڪوبہ سخت قدم نہ کنيو وڃي. هن پوري تفصيل سان ٻڌايو تہ ڪهڙي نموني رجعت پسند ليڊرن پورهيتن جي متحد محاذ کي ناڪام ڪرڻ ۽ ان جي راهہ ۾ مشڪلاتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن زور ڏئي چيو تہ متحده محاذ جي قيام ڪانسواءِ پورهيت عوام پنهنجي مقصدن ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب ٿي نٿو سگهي. ديمتروف پنهنجي خيالن جي تائيد ۾ جرمنيءَ جي عظيم شاعر گوئٽي 'Goethe' جي شعر جو حوالو ڏنو تہ:

'جيڪو شخص هيءُ نٿو چاهي تہ ان کي آڪري بڻايو وڃي تہ هو مُهري بڻجي وڃي.'

Happiness seldom,
Weishs down the scales,
There fore be you wise,

In the days to come-
Either you must rise,
Tumble down, or win,
Toil Ungeasingly,
Triumph or suffer,
Hammer or anvil,
One you must be-

'اچڻ وارن ڏينهن ۾ ٿورو هوشمنديءَ کان ڪم وٺ. ڇو ته خوشيءَ جا موقعا هر هر نٿا اچن. زندگي لڳاتار جدوجهد ۽ لاڳيتو عمل ڪندو رهڻ جو نالو آهي. ان ڪري ويڙهه ۾ حصو ضرور وٺ. نتيجو ڀلي ڪهڙو به نڪري، شڪست ٿئي يا ڪاميابي، کٽڻ' ٿئي يا هارائڻ، اُڪري يا مُهري، غالب يا مغلوب بڻجي مان هڪ ضرور ٿئي، ۽ جيڪڏهن تون اُڪري بڻجي رهڻ نٿو چاهين ته مُهري بڻجڻ جي ضرور ڪوشش ڪر-

ديمتروف جهڙو جرمنيءَ جي پورهيت طبقي ان حقيقت کي سمجهڻ ۾ ڪيترا ڀيرا ڪوتاهي ڪئي آهي-

هن هڪ سچي بالشويڪ جي نموني ۾ پورهيت طبقي جي شڪست جا سبب ٻڌائيندي سچائيءَ کان ڪم ورتو. هن عدالت جي جج ۽ جرمنيءَ جي حڪمرانن سان مخاطب ٿي فسطائيت جي باري ۾ حقيقتون بيان ڪيون ۽ ڪمال جرئت ۽ بي باڪيءَ سان ڇيو ته نيشنل سوشلسٽ (فسطائين). پورهيت طبقي جي مفادن

۽ انهن جي تحريڪ کي نقصان پهچايو آهي. ملڪ کي واحد شخص جي آمريت جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي ۽ فسطائين هيءَ سڀڪجهه ملڪ جي وڏن وڏن سرمائيدارن جي مدد ۽ تعاون سان ڪيو آهي. هُن زوردار لفظن ۾ چيو:

'مان پڇان ٿو ته آهو ڪهڙو ملڪ آهي. جنهن ۾ فسطائين وحشت ۽ بربريت جو مظاهرو نه ڪيو آهي؟ اشتعال انگيزي، الزام تراشي، باهه لڳائڻ ۽ ڪيترن ئي ٻين مڪروه ۽ ڀيانڪ ڏوهن ذريعي هنن عوام جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي هر هنڌ ڪوشش ڪئي آهي. هي سڀ سرمائيدارن جا حربا آهن، جن کي هي ماڻهو (فسطائي) ڪميونزم خلاف استعمال ڪري رهيا آهن؟

هُن جرمنيءَ جي پورهيتن ۽ ڪميونسٽن کي جرئت ڏياري. هي ماڻهو فسطائين جي طرفان پيدا ڪرايل مشڪلاتن ۽ ظلمن جو شڪار هئا. ديمتروف انهن کي يقين ڏياريو ته تمام جلد آهو ڏينهن اچڻ وارو آهي، جنهن ڏينهن جرمنيءَ جو پورهيت عوام ۽ ڪميونسٽ پنهنجي مادر وطن ۾ ان نموني ڪامياب ۽ ڪامران ٿيندا. جنهن نموني اڄ سوويت روس ۾ بالشويڪ پارٽي ڪامياب ۽ ڪامران آهي. جرمنيءَ ۾ عنقريب اهڙوئي انقلاب ايندو. جهڙو انقلاب روس ۾ اچي چڪو آهي.'

عدالت جي جج، ديمتروف کي ٿيهه ڀيرا ڳالهائڻ کان روڪيو. پر هُن هر ڀيري جج جي ڳالهه کي ٽاري

چڏيو ۽ پنهنجو بيان جاري رکيو. هُن عدالت کان پرزور ۽ تاڪيدي انداز ۾ مطالبو ڪيو تہ:

'جن ماڻهن اسان يعني ڪميونسٽن کي عدالت ۾ آڻي بيهاريو آهي ۽ اسان تي ڪوڙا ۽ بي بنياد الزام لڳايا آهن، انهن خلاف ڪيس هلڻ گهرجي.'

هُن ثابت ڪري ڇڏيو تہ فسطائي حڪومت ۾ عدالت بي وس آهي ۽ ان ۾ جرئت ۽ همت ناهي جو اصلي ڏوهين کي ڏوهي ٺهرائي سگهي. هُن چيو تہ اصل ڏوهي ان وقت عدالت ۾ آندا ويندا جڏهن ملڪ ۾ پورهيتن جو راڄ هوندو.'

ديمتروف پنهنجي تقرير جي آخر ۾ آها ٺـي ڳالهہ چئي جيڪا هُن شروع ۾ چئي هئي ۽ آها هيءَ تہ ان جي نظر ۾ سرمائيدارن جي ناهيل قانون ۽ عدالت جي ڪابہ حيثيت ناهي.

ديمتروف عدالت ۾ نہ رڳو پنهنجي جرئت، بي باڪي ۽ انقلابي انداز فڪر جو مظاهرو ڪيو پر پنهنجي تهذيب، اخلاق ۽ چاڻ جو بہ ڏاڪو ويهاري ڇڏيو.

ديمتروف جو بيان هڪ تاريخي حيثيت رکندڙ بيان آهي. آهو بار بار پڙهيو ويندو ۽ عدالت جي بي رڪارڊ سان گڏ محفوظ رهندو. ديمتروف لينن جي ان تعليم جو عملي مظاهرو ڪيو، جنهن ۾ لينن ہدايو آهي تہ دشمن جي عدالت ۾ هڪ سچي انقلابيءَ جو ڪهڙو رويو هئڻ گهرجي.

حقيقت هيءَ آهي تہ ديمتروف جو بيان رڳو هڪ تاريخي دستاويز ئي ناهي پر پورهيتن لاءِ دعوت عمل، فسطائين خلاف جهاد جو اعلان ۽ ان جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ وارن لاءِ رهنمائي بہ آهي.

٢٣- ڊسمبر ١٩٣٣ع تي عدالت ريشتاغ باهہ ڪيس جي ملزمن کي آزاد ڪري ڇڏيو. اصل ۾ عدالت پنهنجي انتهائي ، ڪوشش جي باوجود انهن کي سزا نہ ڏئي سگهي. جوابدارن کي آزاد ڪري ڇڏڻ کانسواءِ عدالت لاءِ ٻي صورت ممڪن نہ هئي عدالت اعلان ڪيو تہ استغاثہ جي نامڪمل شاهدين جي بنياد تي جوابدارن کي آزاد ڪيو ٿو وڃي-

عدالت جي فيصلي ۾ ديمتروف ۽ ٻين ڪميونسٽن جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چيو ويو هو . پر ديمتروف جي آئيندي جي باري ۾ هڪ اکر بہ نہ هو ۽ عدالت طرفان آزاد ڪري ڇڏڻ کانپوءِ بہ ان کي جيل ۾ ئي رکيو ويو. صاف ظاهر هو تہ گوئرنگ 'Goering' ان کي جيڪا ڌمڪي ڏني هئي . هيءَ ان جو نتيجو هو تہ باوجود آزاد ٿي وڃڻ جي بہ ان کي جيل ۾ ئي رهڻو پيو-

فيبروري ١٩٣٤ع جي شروع ۾ ديمتروف کي ليپ زيگ جي جيل کان برلن جيل ۾ موڪليو ويو. ان وقت جرمني ۽ باقي دنيا جي ملڪن ۾ خطرناڪ قسم جا افواهہ پکڙجي ويا-

برلن ۾ ڊيمتروف کي زيرزمين جيل ۾ رکيو ويو، جتي روشني به نه هئي. هُن آزاد ٿي وڃڻ کانپوءِ به جيل ۾ رکي ڇڏڻ جي شڪايت به ڪئي پر ان جو نتيجو نه نڪتو.

هاڻي پوري ملڪ نه پر پوري دنيا ۾ ڊيمتروف جي فوري آزاديءَ لاءِ مظاهرا ٿيڻ لڳا. پري پري جي ملڪن جا ماڻهو، ڊيمتروف جي خيريت معلوم ڪرڻ لاءِ جرمنيءَ وڃڻ لڳا. فسطائي حڪومت اهڙن ماڻهن کي جرمنيءَ ۾ اچڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ريشتاغ باهه ڪيس جو فيصلو ڪرڻ وارن ججن، عدالت، سرڪاري وڪيل ۽ وزير داخله جي نالي پوري دنيا جي ملڪن مان خط ۽ تارون اچڻ لڳيون جن ۾ ڊيمتروف جي آزاديءَ جو مطالبو هوندو هو.

پورهيتن دنيا جي هر ملڪ ۾ فسطائين جي ان ظالمانه روش خلاف مظاهرا ڪيا. اخبارن ڊيمتروف جي آزاديءَ جو مطالبو ڪيو. ويندي دنيا جي سرمائيدار طبقي جي ترجمان اخبارن به جرمنيءَ جي فسطائي حڪمرانن جي ان طرزعمل جي مذمت ڪئي جيڪا هو ڊيمتروف سان جاري رکيو ٿي آيا. پوري دنيا جي بااثر عوامي نمائندن نازي حڪمرانن کي صلاح ڏني ته هو پنهنجي ئي ملڪ جي عدالت عاليه جي فيصلي جي توهين نه ڪن. ان سلسلي ۾ سوويت حڪومت به پنهنجو فرض ادا ڪيو ۽ جرمنيءَ جي حڪمرانن جي ان ظالمانه

روپي خلاف شديد احتجاج ڪيو.

ان وقت بلغاريه ۾ فسطائي حڪومت اقتدار ۾ هئي. ان ديمتروف کي واپس وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ملڪ ۾ ان جي داخله ممنوع قرار ڏئي ڇڏي. ان تي روس ديمتروف کي روسي شهري هئڻ جا حق ڏئي ڇڏيا - نه رڳو ان کي شهريت جا حق ڏنا پر ان کي پنهنجي حڪومت ۾ به شريڪ ڪري ڇڏيو.

هٽلر هڪ اخباري انٽرويو ۾ چيو هو ته ”ديمتروف جي باري ۾ عدالتي فيصلن تي عمل ڪيو ويندو.“ گوئرنگ چيو ته ”عدالت ديمتروف کي ڪيس مان آجو ضرور ڪري ڇڏيو آهي پر ان جي رهائيءَ جو فيصلو نه ڪيو آهي.“ گوئرنگ جي ان بيان تي پوري دنيا ۾ نفرت جو اظهار ڪيو ويو.

آخر جرمنيءَ ۾ سوويت روس جي سفير خاص حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺي نازي حڪمرانن کي بي گناهه ديمتروف جي آزاديءَ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

٢٧- فيبروري ١٩٣٤ع تي هڪ سال جيل ۾ رهڻ کانپوءِ پورهيتن جو عظيم اڳواڻ، ديمتروف نازين جي جيل مان آزاد ٿي ويو. نازي حڪمرانن ڪنهن به اعلان کانسواءِ ان کي هوائي جهاز ۾ ويهاري ڪنهن نامعلوم هنڌ موڪلي ڇڏيو. هوائي جهاز ۾ چڙهڻ وقت ديمتروف جرمنيءَ جي عوام ۽ پوليس آفيسرن کي مخاطب ٿيندي چيو ته ”مان تمام جلد جرمنيءَ ۾ عوام جي جمهوري

حڪومت جو مهمان بڻجي واپس ايندس-'

ان ڏينهن شام جي وقت پوري دنيا جي ريڊيو اسٽيشنن تان اعلان ٿيو ته ديمتروف نازي جرمنيءَ جي جيل مان آزاد ٿي سوويت يونين جي دارالحڪومت ماسڪو پهچي ويو آهي-

سوويت يونين جي پورهيتن پنهنجي وفاداريءَ جو هڪ ٻيو وري ثبوت ڏنو ۽ ديمتروف انهن جي پاران ٿيندڙ پُر جوش ۽ شاندار استقبال جي جواب ۾ چيو:

'مان پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو آهي-'

لينن لکيو پورهيتن، ڪميونسٽن ۽ انقلابين کي ٻڌايو هو ته 'پورهيت طبقي جي مفاد ۽ عوام جي بهتريءَ لاءِ ڪهڙي نموني ايثار کان ڪم ورتو ويندو آهي-'

ديمتروف جيل ۾ به ڄاتو ٿي ته ريشتاغ باهه ڪيس جي ڪهڙي اهميت آهي. هُن ان ڪيس جي ڪارروائيءَ دوران نهايت قيمتي تجربو حاصل ڪيو. آزاديءَ کانپوءِ هن واقعن جي هر پهلوءَ تي غور ڪيو ۾ فسطائيت خلاف تحريڪ جو جائزو ورتو-

ديمتروف نازين جي جيل مان آزاديءَ کانپوءِ پنهنجي مضمون ۾ لکيو هو. 'ليپ زيگ' 'Leip zig' جي عدالت ۾ فسطائيت جي شڪست پوري دنيا جي پورهيتن، مزورن جي فتح آهي. اسان ان فتح لاءِ لينن جي تعليم لاءِ ٿورائتا آهيون-'

ديمتروف عملي طور ثابت ڪري ڇڏيو ته جرمنيءَ

جي فسطائي نظام کي شڪست ڏئي سگھجي ٿي. دنيا
هي چڙي ورتو آهي ته فسطائيت ناقابل شڪست ناهي.
ان کي شڪست ڏئي سگھجي ٿي. ان کي پکڙڻ کان
روڪي سگھجي ٿو. پورهيت متحد ٿي ان کي شڪست
ڏئي سگھن ٿا. ديمتروف پورهيتن کي هدايو ته 'جيڪڏهن
اوهان ماڻهو منتشر حالت ۾ رهندا ته شڪست
کائي ويندا-' هيئن لکيو:

'جيڪڏهن جرمنيءَ ۾ سوشل ڊيموڪريٽڪ ورڪر
فسطائيت خلاف ڪميونسٽ ڪارڪنن سان اتحاد ڪري
وٺن ها ۽ انهن جا اڳواڻ بنا سوچڻ ۽ سمجھڻ جي
ڪارروايون نه ڪن ها ته ان ۾ ذري برابر به شڪ جي
گنجائش نه هئي ته ان ملڪ ۾ آمريت غالب نه اچي
ها. جرمنيءَ جون حالتون سبق آموز آهن-'

عدالت جي ڪاروائيءَ مان هڪ ٻيو اهم نتيجو
هيءُ نڪتو ته سوشل ڊيموڪريٽڪ ورڪر ڪميونسٽن
سان گڏجي، متحد ٿي سرمائيدارن خلاف جدوجهد ۾
ڪاميابي حاصل ڪري ٿي سگھيا.

ديمتروف غيرملڪي ڪميونسٽ اخبارن جي نمائندن
سان ڳالهه ٻولهه ڪندي چيو: 'عدالتي ڪاروائيءَ دوران
سوشل ڊيموڪريٽڪ ورڪر ڪميونسٽن سان همدرديءَ
جو احساس ڪندا رهيا آهن. پر رڳو اها شيءِ ڪافي
ناهي. انهن جي همدردي سرمائيدارن خلاف موثر جدوجهد
۾ بدلجي وڃڻ گھرجي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته

سوشل ڊيموڪريٽڪ، ڪرسچن ۽ آزاد ڪارڪن، سڀ جا سڀ ڪميونسٽن سان تعاون ڪن ۽ سڀ گڏجي فسطائيت ۽ سرمائيداريءَ خلاف جدوجهد ڪن-

ريشتاغ باهه ڪيس جي عدالتي ڪاروائي مختلف نظرين جي جماعتن ۾ اتحاد جي راهه هموار ڪري ڇڏي هئي ۽ عوام لاءِ فسطائيت خلاف گڏيل ڪوشش جي راهه آسان ڪري ڇڏي هئي ۽ هاڻي فسطائي حڪمرانن خلاف وڙهڻ آسان ٿي ويو هو-

ديمتروف جو چوڻ آهي ته: ليپ زيگ 'Leip zig' جي عدالت ۽ ڪميونسٽن جي دفاعي موقف پوري دنيا ۾ فسطائيت ۽ سرمائيداريءَ خلاف متحده محاذ قائم ڪري ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ رسمي طور تي ان محاذ جي ٺهڻ جو اعلان نه ڪيو ويو. تڏهن به پوري دنيا جي ڪميونسٽن، انارڪسٽن ۽ آزاد ورڪرن گڏجي فسطائيت خلاف جدوجهد ڪئي آهي. لکين پورهيت عورتون ۽ مرد، ليپ زيگ جي عدالت ۾ وڙهي ويندڙ جنگ ۾ شريڪ رهيا آهن. لکين عوام فسطائيت خلاف متحده محاذ طور جدوجهد ڪئي آهي-

سرمائيدارن ۽ انتهائي درجي جي رجعت پسندن ۽ انهن جي اخبارن اسان جي موقف خلاف ڳالهائڻ جي جرئت نه ڪئي هٽلر، گوئرنگ ۽ ٻين نازي ليڊرن ڪي جرمنيءَ ۾ يا جرمنيءَ کان ٻاهر پوري دنيا ۾ ڪو به حمايتي نه مليو.

فسطائي دشمن محاذ جي قيام ۽ ديمتروف جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ ان محاذ جي ڪاميابي پوري دنيا جي پورهيتن کي حوصلو بخشيو ۽ فسطائيت خلاف انقلابي جدوجهد ۾ انهن جي همت وڌائي. ديمتروف جي آزاديءَ کانپوءِ اندران اندران هڪ ڪامياب متحده محاذ قائم ٿي چڪو هو. ان محاذ مختلف ملڪن جي مختلف جماعتن درميان مفاهمت ۽ اتحاد جون صورتون پيدا ڪيون. فرانس جي سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ پارٽين ۾ ۽ ساڳي طرح اٽليءَ جي سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ پارٽين ۾ اتحاد ٿي ويو.

ديمتروف چيو هو: دنيا جي مختلف ملڪن جي پورهيتن جو اتحاد ۽ فسطائيت خلاف انهن جي جدوجهد هن ڳالهه جو ڪامل ثبوت آهي ته ريشتاغ باهه ڪيس ۾ منهنجو موقف صحيح هو ۽ دشمن جي عدالت ۾ پنهنجي بچاءَ لاءِ جيڪو طريقو مون اختيار ڪيو هو، اهو بلڪل صحيح هو. اڄ فسطائيت خلاف بالشويڪن جيڪو رستو اختيار ڪيو آهي. هي اهو ئي اصولي رستو آهي جيڪو عدالتي ڪارروائيءَ دوران مون اختيار ڪيو هو.

سرمائيدارن ۽ فسطائين خلاف پوري دنيا جو عوام جيڪا جنگ وڙهي رهيو آهي. ان جي نئين ۽ تازه ترين تحريڪ ريشتاغ باهه ڪيس ڪان شروع ٿئي ٿي. دنيا جي مختلف ملڪن جي پورهيتن جنگ جو هيءُ

انداز ريشتاغ باهه ڪيس جي عدالتي ڪاروائيءَ ۾ ديمتروف جي انداز مان سکيو هو.

ديمتروف آزاديءَ کانپوءِ پنهنجي سرگرمين لاءِ آهوئي انداز ۽ رستو اختيار ڪيو هو. جيڪو ريشتاغ باهه ڪيس جو ظاهري ۽ منطقي نتيجو هو. ريشتاغ باهه ڪيس کانپوءِ ديمتروف جي زندگيءَ جي پندرهن سالن جا واقعا لينن ۽ لينن جي تعليم جا آئينه دار آهن. انهن واقعن پوري دنيا جي ڪميونسٽن کي نئون جوش ۽ ولولو ڏنو. ديمتروف ١٦- ڊسمبر ١٩٣٣ع جي تقرير (جيڪا هن عدالت ۾ ڪئي هئي) جو خاڪو مارڪس ۽ لينن جي تعليم جي روشنيءَ ۾ تيار ڪيو هو. هن چيو هو:

سترهين صديءَ ۾ سائنسدان گليلو 'Galileo' کي مذهب جي توهين جي الزام ۾ عدالت ۾ پيش ڪيو ويو هو. پر دنيا چائي ٿي ته سائنس ترقي ڪئي ۽ پنهنجي صداقت جي ساک مڃائي. اسان ڪميونسٽ گليلو جي پيٽ ۾ گهٽ حوصلي جا مالڪ ناهيون. جنهن سچائيءَ خاطر اسان ستايا پيا وڃون. آها به پڪڙبي رهندي. تاريخ جو ڦيٿو اڳتي وڌي رهيو آهي ۽ اهو ان وقت تائين وڌندو رهندو. جيستائين ڪميونزم غالب اچي وڃي.'

ديمتروف جي ان بيان کان رڳو ١٢ سال پوءِ ١٩٤٥ع ۾ جرمنيءَ جا فسطائي حڪمران پنهنجي ڪيتي

جو جواب ڏيڻ لاءِ عدالت ۾ بيٺا هئا ۽ انهن جي ڏوهن جون فهرستون انهن جي هٿن ۾ هيون. ان وقت ڊيمتروف چيو هو:

’هٽلر ۽ ان جا ساٿي پنهنجي ڏوهن جي پاداش ۾ سزا وٺي چڪا آهن. هاڻي چرچل ’Churchil‘ ۽ ان جي ساٿين کي جيڪي هٽلر جي راهه تي هلي رهيا آهن. پنهنجي باري ۾ سوچڻ گهرجي. هي ماڻهو هٽلر جي جاهه وٺڻ چاهين ٿا. هي دنيا تي پنهنجي آمريت مسلط ڪرڻ ٿا چاهين. هي دنيا کي ايٽم بمن ڪان ڊيڄاري رهيا آهن. هي هڪ ٽين عالمي جنگ لاءِ سازشون ڪري رهيا آهن. هي سوويت يونين خلاف جارحانه ارادا رکن ٿا. انهن سڀني کي سوچڻ گهرجي ته هٽلر ۽ گوئرنگ جي شروعات ۽ پڄاڻي ۾ ڪهڙو فرق هو!

هي ماڻهو پورهيتن خلاف مزورن ۽ هارين خلاف ۽ جمهوريت خلاف جنگ جي تياري ڪري رهيا آهن. هي پوري دنيا تي حڪمراني ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيا آهن. انهن کي ياد رکڻ گهرجي ته هٽلر ۽ گوئرنگ ڪنهن شاندار مستقبل جا مالڪ ناهن. انهن کي وڌيڪ مهلت نه ملندي. تمام جلد انهن کي به پنهنجي خلاف الزامن جي جواب ڏيڻ لاءِ عدالت ۾ پيش ٿيڻو پوندو-

’دنيا ۾ ڪوبه غيب جو جاڙو ناهي ۽ مان به غيب نٿو ڄاڻان. پر گوئرنگ جڏهن اختيارن جو مالڪ هو.

ان وقت بہ مون کي خبر هئي تہ انجام ڇا ٿيندو؟ ۽ ان شيءِ مون کي حوصلو ڏنو هو.‘

’هٽلر ۽ گوئرنگ ڪميونزم کي دٻائڻ چاهيو. انهن سوويٽ يونين کي مٽائڻ چاهيو ۽ انهن ساري دنيا کي پنهنجو غلام بڻائڻ چاهيو پر ٿيو هيءُ تہ هو ماڻهو ڪميونزم کي دٻائي نہ سگهيا نہ سوويٽ يونين کي مٽائي سگهيا ۽ نہ دنيا کي پنهنجو غلام بڻائي سگهيا. انهن پنهنجو نقصان ڪيو. پنهنجي ملڪ جو نقصان ڪيو ۽ پنهنجي لاءِ ڦاسي گهاٽ ۽ قبر ڪانسواءِ ڪٿي بہ جاءِ نہ ٺاهي سگهيا.‘

پر ديمتروف نہ رڳو پاڻ کي سوڀارو ڪيو پر بلغاريا جي پورهيت طبقي کي بہ فتحياب بڻايو ۽ سموري دنيا آڏو انهن کي ۽ پاڻ کي ماڻائتو ڪيو. هو پوري ويڙهہ ۾ شاهہ سائين جي هن شعر جي تصوير رهيو:

جو چاليون پسي نہ ڇڪيو، تنهن واڪاڻيو وڪ،
لڏي ڪمن لطيف چئي، لڪن اڳيان لڪ،
پير ذري موڙي پاڻهنجو، تڪيءَ پڄي تڪ،
سرٽين ڏئي سڪ، هتڪل سين هالار ڏڏي!

’هي واقعا انهن ماڻهن لاءِ عبرت آهن. جيڪي اڪين جا مالڪ آهن ۽ انهن ماڻهن لاءِ سبق آهن. جيڪي دماغ جا مالڪ آهن ۽ سوچڻ جي قوت رکن ٿا.‘

# نئين دور جون سوڀون

[ رُوءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڀ و سڀني سونهن،
لاتائين 'لطيف' چئي، متان دلين دونهن،
ڪانهي ٻي ورونهن، تيمو ميڙوئي ميندڙو- ]
(شاهه)

**۱۹۳۹ع** کان ۱۹۴۸ع تائين وارا ڏهه سال **ديمتروف** ٻي عالمي جنگ خلاف جدوجهد ۾ گذاريا. هيءَ جنگ جرمنيءَ جي فسطائي حڪمرانن دنيا جي ٻين سامراجي ملڪن سان گڏجي دنيا تي مُسلط ڪئي هئي. جدوجهد جي انهن ڏهن سالن دوران ديمتروف مارڪس ۽ لينن جي نظرين تي عمل جو بهترين نمونو پيش ڪيو آهي. هو چوي ٿو: فسطائيت وڏي مالي ۽ سرمائيدارانه قوت آهي. هيءَ هڪ تنظيم آهي. جنهن جو مقصد پورهيت طبقي ۽ انقلاب پسندن کي ڀڃاري، ڌمڪائي مرعوب ڪرڻ آهي. ان جي ٻاهرين حڪمت عملي تنگ نظر فرقي پرستي آهي. جنهن جو پهريون اُصول ٻين طبقن کي ذليل تصور ڪرڻ آهي.

**ديمتروف** فسطائي حڪومت ۽ آمريت تي روشني وجهندي چيو آهي: فسطائيت جي مختلف قسمن مان

سڀ کان وڏيڪ رجعت پسندانه قسم جي فسطائيت جرمنيءَ ۾ آهي. هن غلط نموني پنهنجو نالو نيشنل سوشلزم رکي ڇڏيو آهي. حقيقت هيءَ آهي ته ان ۾ سوشلزم جي ڪا هڪ به خوبي ڪونهي. جرمنيءَ جي فسطائيت رڳو سرمائيدارانه قوم پرستي ئي ناهي پر هي ته تنگ نظريءَ جي انتهائي شڪل آهي. فسطائي حڪومت هڪ اقتدار ۽ قوت آهي. جنهن جو مقصد پورهيتن، انقلاب پسندن کي ڪچلڻ ۽ نيست نابود ڪرڻ ۽ ٻين ملڪن ۽ قومن جي معاملن ۾ جارحانه مداخلت ڪري ٿو. ان جو مقصد دنيا ۾ سڀ کان وڏي عوامي ۽ پورهيت طبقي جي نمائنده حڪومت سويت يونين خلاف جنگ وڙهڻ آهي-"

اڄ دنيا ۾ ڪو هڪ ماڻهو به اهڙو ناهي جيڪو ديانتداريءَ ۽ چاڻ کان ڪم وٺڻ جي باوجود ديمتروف جي انهن ڳالهين جي تائيد نه ڪندو هجي. ديمتروف جولاء ١٩٣٠ع ۾ بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جي اجلاس ۾ ٿيل هڪ رپورٽ ۾ چيو آهي ته فسطائيت جي ڪامياب مقابلي جي هڪ ئي صورت آهي ۽ اها آهي پورهيتن جو اتحاد، پوري دنيا جا پورهيت، پيلي آهي شهرن ۾ هجن يا ڳوٺن ۾ ۽ دانشور پاڻ ۾ متحد ٿي فسطائيت کي پڪيڙڻ ۽ اڳتي وڌڻ کان روڪي سگهن ٿا.

هُن پورهيتن کي پاڻ ۾ اختلاف باقي رکڻ ۽ انتشار
جي پاليسي اختيار ڪري رکڻ مان ٿيندڙ نقصانن کان
خبردار ڪيو. هن پورهيتن جي بين الاقوامي تنظيم قائم
ڪرڻ ۾ اڻٿڪ محنت ڪئي ۽ فسطائيت جي روڪٿام
ورن طريقن جي وضاحت ڪئي.

هيءُ دنيا جي هر ملڪ جي مزورن سان مخاطب ٿيو
۽ انهن کي فسطائيت خلاف متحد ٿي جدوجهد ڪرڻ
لاءِ تيار ڪيو. هن مزورن، هارين، دانشور ويندي
سرمائيدارن جي حامين ۽ دلالن کي فسطائيت خلاف
متحده عوامي محاذ ناهڻ جي دعوت ڏني. هن دنيا ۾
نو آبادياتي نظام خلاف عوام کي متحد ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي.

ديمتروف بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جي ستين
عالمي ڪانگريس جي موقعي تي نه رڳو ڪميونسٽن
سان پر سڀني پورهيتن، مزورن، هارين، دانشورن،
جمهوريت پسندن ۽ اهڙن ماڻهن مان جيڪي ڪنهن
پارٽيءَ يا تنظيم سان وابسط نه هئا ۽ انهن ماڻهن مان
جن کي جبري طور تي فسطائيت پنهنجي پارٽيءَ ۾
شامل ڪري رکيو هو، چيو هو:

'اسان چاهيون ٿا ته سرمائيدار ملڪن ۾ اسان جون
پارٽيون حقيقي معنيٰ ۾ پورهيتن جي سياسي پارٽي جيئن
ڪم ڪن. اسان جون پارٽيون صحيح بالشويڪ اصولن
تي ڪم ڪن. پنهنجي ڪوششن کي رڳو پروپيگنڊا ۽

پين تي تنقيد ڪرڻ تائين محدود نه رکن.'

'اسان هر قسم جي تنگ نظريءَ جي خلاف آهيون. اسان حقيقتن جو صحيح صحيح اندازو ڪرڻ چاهيون ٿا. اسان هر جاءِ ۽ هر هنڌ هڪ مقرر رسم ۽ طريقي تي عمل ڪرڻ ضروري نٿا سمجهون پر اسان حالتن ۽ وقت جي تقاضائن مطابق ڪم ڪرڻ جا حامي آهيون. اسان چاهيون ٿا ته مختلف حالتن ۾ مختلف ڪم ڪيا ويندا آهن. ڪميونسٽن جي حالت جتي ڪٿي هڪ جهڙي نه هوندي آهي-'

' اسان صحيح ۽ درست اندازو ڪرڻ چاهيون ٿا ته عوام ۾ طبقاتي ڪشمڪش جي صلاحيت ۽ شعور ڪيتري حد تائين آهي ۽ انهن ۾ انقلاب متعلق مسئلا حل ڪرڻ جا ڪيتريقدر امڪان آهن-'

'اسان پورهيتن جي طبقاتي مفادن جي دشمنن خلاف جدوجهد لاءِ هڪجهڙي سان اتحاد جا خواهشمند آهيون. اسان انقلابي دستن کي اڳتي وڌائڻ چاهيون ٿا ۽ اسان چاهيون ٿا ته انقلابي دستن ۽ عام پورهيتن جي وچ ۾ ملندڙ ڏاريائپ ۽ غربت کي ختم ڪري ڇڏيون. اسان پورهيت طبقي کي ان جي اتحادين جي ويجهو آڻڻ چاهيون ٿا. جيئن سرمائيدارن ۽ فسطائين خلاف اثرائتي نموني جدوجهد ڪري سگهن.'

' اسان سويت يونين جي بالشويڪي پارٽيءَ (ڪميونسٽ پارٽي) جي انقلابي اصولن تي پين ملڪن

۽ خاص ڪري جرمن، اسپين ۽ آسٽريا جي ڪميونسٽ پارٽين کي هلائڻ چاهيون ٿا-'

'اسان هر ممڪن طريقي تي پنهنجي پارٽين کي مُسلح ڪرڻ چاهيون ٿا. اسان انهن کي علم ۽ واقفيت کان ان حد تائين واقف ڪرڻ چاهيون ٿا ته اچڻ وارين حالتن ۽ مشڪلاتن جو مقابلو ڪري سگهن. ان مقصد لاءِ اسان پارٽين ۾ نظرياتي تعليم جو معيار اوچو ڪرڻ چاهيون ٿا ۽ انهن کي مارڪس ۽ لينن جي فڪرن ۽ خيالن جي تعليم ڏيڻ چاهيون ٿا-'

'اسان خودغرض ۽ فرقي پرستيءَ جي لاڙن کي پاڙڻ کان اکيڙڻ چاهيون ٿا. ان لاءِ ھي شيون اسان جي ڪاميابي جي راھ ۾ زبردست رُڪاوٽ ۽ بري نموني حائل آھن. اسان پوري دنيا جي ساڃي ڏر جي رجعت پسندن سان ناھ ڪرڻ جا شديد مخالف آھيون.'

'اسان چاهيون ٿا ته پوري دنيا جا ڪميونسٽ انقلابي جدوجهد واري ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ هر ممڪن طريقي تي عمل ڪن. ۽ واقعن ۽ تجربن مان سبق حاصل ڪن. اسان چاهيون ٿا ته جيڪي ڪناري تي تماشائي بڻجي بيٺا آهن. انهن کي اونهي پاڻي ۾ ترڻ سيکاريون-'

'اسان ھي ڳالهيون ان لاءِ چئون ٿا جو انهن ذريعي پورهيت طبقو انقلابي فوج بڻجي سگهي ٿو ۽ پنهنجي تاريخي مشن پوري ڪري سگهي ٿو. پورهيت طبقي

جو انقلابي ۽ تاريخي مشن فسطائيت ۽ سرمائيداريءَ
کي نيست ۽ نابود ڪري ٿو.'

'بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جي عالمي اجلاس ديمتروف جي انهن تجويزن ۽ خيالن جي تائيد ڪئي. سيني ديمتروف جي تاريخي نوعيت جي ولولو ڏياريندڙ تقرير، انقلابي جدوجهد، ريشتاغ باهه ڪيس جي سلسلي ۾ جرئت، بهادريءَ جو مظاهرو مزورن جي اتحاد لاءِ وڏيون ڪوششون، فسطائي دشمن ڪوششون، لينن جي تعليم جو عملي تفسير ۽ لينن سان سندس گهري ڳانڍاپي جي تعريف ڪئي ۽ ان جي ڪوشش کي ساراهيو ۽ انهن جي تائيد ڪئي.

ان جي تقرير جو هڪ هڪ جملو پوري دنيا ۾ پڙهڻ ۾ آيو. هن فسطائيت خلاف جدوجهد ڪرڻ وارن جي حوصلي افزائي ڪئي، ۽ انهن جي عمل ۾ تيزي ۽ شدت پيدا ٿي وئي.

ڪانگريس جي ڪاروائيءَ ڪانپوءِ به ديمتروف پنهنجي جدوجهد جاري رکي ۽ انسانيت جي قاتلن، فسطائيت خلاف وڙهندو رهيو. هن جنگ ۽ فسطائيت خلاف ڪميونسٽ پارٽين جي سيني ڪوشش تي نظر رکي ۽ هن مختلف ملڪن خاص ڪري جرمني، اٽلي ۽ چين ۾ فسطائيت خلاف وڙهڻ وارن جي رهبري ڪئي ۽ عام ۽ خاص کي هٽلر جي روپ ۾ پلجندڙ وڏي خطري کان خبردار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ڊيمٽروف سوشلسٽ ڪارڪن کي ٻڌايو ته موقعي پرستن ۽ رجعت پسندن جي ليڊرن جو هيءُ نظريو غلط آهي ته 'هٽلر ڪڏهن به جنگ کي نه جاڳايو وجي- هن چيو: 'حقيقت هيءُ آهي ته اڄ هٽلر جرمنيءَ ۾ اقتدار جو خواهشمند آهي ته سڄي پوري دنيا تي پنهنجو تسلط ڄمائڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ آس پاس جي پاڙيسري ملڪن تي قبضو ڪرڻ لاءِ جارحانه ڪارروايون ڪندو-' 'جيڪڏهن يورپ وارا هي سوچيندا رهندا ته هٽلر جو ڌيان رڳو ڪمزور ملڪن ڏانهن، مشرق وارن علائقن ڏانهن آهي ته اهي ماڻهو خطرناڪ قسم جي غلطيءَ تي هوندا- حقيقت هيءُ آهي ته جرمنيءَ جي پاڙيسري ملڪن کي پنهنجي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ خاص انتظامن جي ضرورت آهي ۽ انهن کي ان طرف کان غافل نه ٿيڻ گهرجي-'

هي ڳالهيون ڊيمٽروف مئي ١٩٣٦ع ۾ چيون هيون- 'رجعت پسند ليڊرن جي ان نامعقول رويي جي باوجود دنيا جي مختلف ملڪن جو پورهيت عوام فسطائيت خلاف جدوجهد ۾ مصروف رهيو-

ڪانگريس ڪانپوءِ فرانس ۾ پاپولر فرنٽ 'Popular front' رجعت پسندي ۽ فسطائيت خلاف جدوجهد ۾ چڱي سرگرميءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ فرانس جي سرمائيدارن جي غداري ۽ فسطائيت جي حمايت واري پاليسيءَ کي ناڪام بنايو. ڪميونسٽن جيڪي فسطائيت خلاف پاپولر-

فرنٽ قائم ڪرڻ ۾ اڳڀان اڳڀان هئا. انهن هر سطح
تي جدوجهد ڪري انهن سمورن عناصرن کي متحد
ڪيو جيڪي فسطائيت خلاف هئا. فسطائيت جي مخالفت
۾ ڪميونسٽن ۽ سوشلسٽن هڪٻئي سان تعاون ڪيو.
ان جو نتيجو هيءُ نڪتو ته هيءُ ڪميونسٽن ۽ سوشلسٽن
جي متحده مزور جماعت بنجي ويئي–

اسپين 'Spain' ۾ به فسطائين خلاف پاپولر فرنٽ
قائم ٿيو– جنهن ڪيترين ٻين جماعتن سان ڳاهه ڪري
پنهنجي قومي آزاديءَ جي بچاءَ لاءِ جدوجهد ڪئي.
حقيقت هيءُ آهي ته فرانس جيان اسپين ۾ به ان متحده
محاذ جو سهرو چين جي ڪميونسٽ پارٽي تي هو ۽
ان جي ڪوششن سان ئي هيءُ محاذ قائم ٿيو هو –
ديمتروف ڪميونسٽن کي هر وقت ٻن شين ڏانهن ڌيان
ڏيارڻ جي خاص ڪوشش ڪئي:

١– جرمني ۽ اٽليءَ جي فسطائين جو متحد ٿي ۽
ان نموني برطانيه ۽ فرانس جي سرمائيدارن جو هڪ
ٿي پورهيتن جي بين الاقوامي جمهوريت جي تحريڪ،
امن ۽ سوشلزم خلاف سازش ڪرڻ–

٢– فسطائيت ۽ جنگ کان دنيا جي امن کي
بچائڻ لاءِ پورهيتن جي متحد محاذ جي تحريڪ.

انهن ۾ ٻي شيءِ مختلف ملڪن جي پورهيتن جي
مفاد جي شيءِ هئي پر رجعت پسند ليڊرن ان جي راهن
۾ ڪنڊا پوکڻ جي ڪوشش ڪئي. رجعت پسند ليڊر

فسطائيت اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي حق ۾ هئا. پر ضرورت ان ڳالهه جي هئي ته مختلف ملڪن ۾ اهڙيون حڪومتون قائم ڪيون وڃن، جيڪي فسطائي حملي آورن جو مقابلو ڪرڻ جي اهليت رکنديون هجن.

انهن ڏينهن ۾ ڊيمتروف فسطائيت خلاف جدوجهد ۽ حالتن کي بگڙڻ کان روڪڻ جي ضرورت تي لکيو هو–

"گذريل عالمي جنگ ڪانپوءِ پورهيتن، مزورن، هارين، ننڍين قومن، ائين آزاد ۽ غلام ملڪن ۽ نو آبادياتي علائقن جي عوام جو تهذيب، تمدن، ثقافت، جمهوريت ۽ امن جي تحفظ لاءِ باهمي اتحاد، دنيا جي تاريخ جو بي مثال واقعو آهي. مختلف ملڪن جي پورهيتن جي اتحاد جو اصل ۽ حقيقي بنياد اهو ڏسي فسطائيت جي خطري جو احساس ۽ جمهوريت ۽ امن جي بچاءَ جو خيال آهي–"

ڊيمتروف پورهيت طبقي تي زور ڏيندي چيو آهي ته عوام جي قيادت لاءِ خبرداريءَ کان ڪم وٺڻ ۽ همت ۽ استقلال سان عوام جي رهنمائي ڪرڻ ضروري آهي. فسطائيت جي مقابلي لاءِ پورهيت طبقي کي ٻين کان اڳتي رهڻ گهرجي– هُن چيو:

"فسطائيت خلاف مزورن جو بين الاقوامي اتحاد سڀ کان وڏو ضروري ۽ بنيادي ڪم آهي. ان سلسلي ۾ ڪنهن به قسم جي دير ڪرڻ يا غفلت ناقابل برداشت آهي–"

ٻي عالمي جنگ دوران دنيا جي مختلف ملڪن جي ڪميونسٽ پارٽين پنهنجي عمل مان ثابت ڪري ڇڏيو هو تہ انهن ۾ مزورن جي مفادن جي حفاظت جي صلاحيت موجود آهي ۽ ان سلسلي ۾ انهن تي عائد ٿيڻ وارين ذميوارين کي چڱي نموني نڀائي سگهن ٿيون-

ديمتروف چيو هو: 'بين الاقوامي استحڪام کانسواء وطن دوستي بي معنيٰ آهي ۽ ان نموني وطن دوستيءَ کانسواء بين الاقوامي استحڪام ڪابہ قابل فهم حقيقت نہ آهي. ڪيتريون ئي ڪهيون وطن پرستيءَ جون تحريڪون عوام کي تباهي ڏانهن وٺي وينديون آهن-'

ان وقت ڪميونسٽ ڏي ٿيا جيڪي مختلف ملڪن ۾ فسطائيت جي راهہ ۾ حائل ٿي رهيا هئا ۽ هيءَ حقيقت صاف واضح ۽ نمايان هئي تہ بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽين جو گڏيل پروگرام پايہ تڪميل تائين پهچي ويو هو ۽ پوري دنيا جي ترقي پسند تحريڪن ۽ جماعتن جي اتحاد جو مقصد پورو ڪري ورتو هو- هاڻي ڪومنٽرن 'Comintern' باقي نہ رهي هئي. ان لاء تہ ان جي ضرورت باقي نہ رهي هئي ۽ ٻي عالمي جنگ اهڙيون حالتون پيدا ڪري ڇڏيون هيون جو هاڻي پوري دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين لاء هڪ ئي پروگرام تي عمل ڪرڻ ممڪن نہ رهيو هو. جيئن تہ مئي ۱۹۴۳ع ۾ ديمتروف جيڪو ان وقت 'ڪومنٽرن' جو جنرل سيڪريٽري هو ڪميونسٽ انٽرنيشنل کي

ٿوڙي ڇڏڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو-

ديمتروف ١٩٣٥ع ۾ چيو هو: ڪنهن پارٽيءَ يا تنظيم جي باري ۾ ان جا صحيح عوامي ڪارڪن، جمهوريت پسند ۽ ڪميونسٽ هئڻ جو معيار ان جو رويو آهي. جيڪو دنيا جي سڀ کان وڏي سوشلسٽ ملڪ جي باري ۾ هو رکن ٿا-'

اڄ بہ ٻي عالمي جنگ کانپوءِ رجعت پسند عناصر برطانيہ ۽ امريڪا جي ظالمانہ قوت جي پيروي تي سويت يونين خلاف ڪاروائين ۾ مصروف آهن ۽ سوشلزم جي تعمير ۾ رڪاوٽ بنيل آهن. انهن جي باري ۾ ديمتروف جو چوڻ اکر بہ اکر صحيح ۽ سچو ثابت ٿي رهيو آهي-

نازي جرمنيءَ خلاف وڙهي وڃڻ واري جنگ فسطائيت جي مڪمل شڪست تي ختم ٿي. دنيا ۾ ان کان پهرين ان قسم جو ڪوبہ مثال نٿو ملي. ٻي عالمي جنگ ۾ جرمنيءَ جي فسطائيت پسند حڪمرانن جنهن وحشيت ۽ بربريت جو مظاهرو ڪيو آهي اهو دنيا جي تاريخ ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي. نازي جرمنيءَ خلاف جنگ کانپوءِ سويت يونين تي هڪ وڏيڪ ذميواري اچي پئي هئي. جنگ جي شروعاتي ٽن سالن تائين سويت يونين جون فوجون جرمنن خلاف اڪيليون وڙهنديون رهيون هيون. دشمن تي پهريون ڪاپاري ڌڪ ماسڪو جي ويجهو لڳايو ويو. اسٽالن گراڊ 'Stalin Grrad' جي ولولہ انگيز ويڙهہ، جنگ جي

حالتن جو رُخ بدلائي ڇڏيو هو . هيءُ واقعو جرمنيءَ خلاف سوويت يونين جي جنگ جي چوٿين سال جو آهي ـ

ان موقعي تي سوويت يونين جي فوجن نازي حملي آورن جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيا هئا . ان ڪانپوءِ نازين کي روس جي سرزمين تان پوئتي هٽڻو پيو . هاڻي اتحادي فوجون به سوويت روس جي فوجن سان ملي ويون هيون . سوويت يونين جي عوام انسانيت، تهذيب، تمدن ۽ جمهوريت جي بچاءَ لاءِ بي مثال قربانيون ڏنيون . جنهن جو نتيجو فسطائيت جي زوال جي صورت ۾ ظاهر ٿيو .

ٻي عالمي جنگ ۾ سوويت يونين مملڪتي نظام ۽ فوجي قوت تي فتح حاصل ڪئي هئي ۽ هيءَ فتح روس جي ڪميونسٽ پارٽي جي صحيح ۽ دانشمندانه قيادت جو نتيجو هئي . ان فتح جو هڪ ٻيو سبب هيءُ هو ته دنيا جي سمورين قومن ۾ برابري ۽ مساوات جو اصول سوويت يونين جي عوامي فوجن اڳيان هو . اتحادي به ان نظرئي جو سهارو وٺي رهيا هئا . هيءَ فتح سمورين قومن درميان دوستي ۽ محبت پيدا ڪرڻ وارن انهن اصولن جي فتح هئي جن جو بنياد وجهندڙ لينن هو . هيءَ فتح فسطائيت خلاف مارڪس ۽ لينن جي تعليم جي فتح هئي .

جمهوريت ۽ پائيدار امن لاءِ جدوجهد پوري دنيا ۾ سوويت يونين جو وقار بلند ڪري ڇڏيو هو . رجعت ـ

پسندن امريڪي سامراج ۽ فسطائيت خلاف ٿيندڙ ڪوششن ۾ سوويت يونين کي شاندار فتح ۽ ڪاميابي حاصل ٿي هئي. اصل ۾ جنگ بازن سوويت يونين ۽ ٻين ڪيترن ملڪن خلاف هڪ سازش ڪئي هئي، جنهن کي سوويت يونين ناڪام ڪري ڇڏيو هو —

ڪيترن سالن تائين مسلسل جدوجهد مان حاصل ٿيندڙ تجربن دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين کي رجعت-پسندن خلاف، جنگ جا گهر ٻڌائي ڇڏيا هئا ۽ فسطائيت خلاف آزادي، امن ۽ جمهوريت جي حمايت ۾ جدوجهد ڪرڻ وارن انهن تجربن مان بي بها فائدا حاصل ڪيا هئا ۽ جمهوريت جي بچاءُ جون راهون مقرر ڪيون هيون —

جنگ مان حاصل ٿيڻ وارن تجربن ڪميونسٽن کي آزادي ۽ قومي خود مختياريءَ جو تحفظ لاءِ عوام دشمن رجعت پسند طاقتن خلاف وڙهڻ سيکاري ڇڏيو هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي رهنمائيءَ ۾ دنيا جي جمهوريت-پسند طاقتن مختلف ملڪن ۾ زبردست ترقي ڪئي—

سوويت يونين جي رهنمائيءَ ۾ فسطائيت خلاف عوامي فتحن ڪيترن ئي ملڪن ۾ آزادي ۽ جمهوريت خاطر وڙهڻ وارن جي همت افزائي ڪئي —

ٻي عالمي جنگ دوران ۽ ان کانپوءِ ديمتروف پنهنجي طاقت ۽ تجربو بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي قيادت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. هيءَ پارٽي ملڪ

۾ رجعت پسنديءَ خلاف ۽ عوامي جمهوريت جي قيام لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هئي. مارڪس ۽ لينن جي تعليم تي بلغاريه جي مخصوص حالتن ۾ عمل ڪرڻ لاءِ ديمتروف پارٽيءَ جي اڳواڻي ڪندو رهيو. ١٩٤٥ع جي خزان واري موسم ۾ جڏهن برطانيه ۽ امريڪا جون رجعت پسند طاقتون ۽ انهن جا ايجنٽ ملڪ جي جمهوري ترقيءَ جي راهه ۾ حائل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ۽ اسان جي ملڪ (بلغاريه) کي مڪمل آزاديءَ جي راهه کان هٽائي سامراج جو محتاج ۽ کيجهو بڻائڻ جي سازش ڪري رهيا هئا. ان وقت ديمتروف پنهنجي وطن بلغاريه ۾ موٽي آيو. هُن ٥ نومبر ١٩٤٥ع تي پنهنجي وطن جي سرزمين تي قدم رکندي چيو هو:

'ٻاويهه سال ٻهريان جڏهن مان بلغاريه ۾ هئس. ان وقت کان اڄ تائين مان هر جاءِ، هر موقعي تي ۽ هر حال ۾ بلغاريائي عوام جي باري ۾ سوچيندو رهيو آهيان ۽ انهن جي شاندار آئيندي، خوشي ۽ بهتريءَ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو آهيان.'

ديمتروف بلغاريه اينندي ئي پارٽيءَ جي طرفان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو هو. ان وقت هن سوويت يونين ۾ اعليٰ اسيمبليءَ جي رڪنيت تان استعفيٰ ڏئي ڇڏي هئي. هي ١٩٣٧ع کان سپريم سوويت ۾ ...ي هو. جڏهن هي واپس بلغاريه آيو ته هُن سوويت

يونين جي شهرت چڙهي ڏني هئي. هي ١٩٣٧ع کان سويت يونين جو شهري هو. سويت يونين جي عوام ان کي فسطائيت خلاف ڪيل جدوجهد جي صلي ۾ ’آرڊر آف لينن‘ ‘Order of Lenin’ جو اعزاز ڏنو هو. جيڪو اعزاز ١٩٤٥ع ۾ اُن کي ڏنو ويو هو.

ان ڏينهن کان ديمتروف پنهنجي سمورن تجربن ۽ صلاحيتن سان بلغاريه جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي خدمت ڪندو رهيو. هُن پنهنجا تجربا، صلاحيتون ۽ قابليت بلغاريائي عوام لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي —

●

# پڄاڻي

[ ڪاھوڙيــن ڪٿي، ساجھر پَنڌا سنڌرا،
ڏوريندي ۾ ڏونگرين، ڪياڙين پاڻَ پٿي،
ڏُکن ڏيل هٿي، ڇپھه لڌائون ڇپرَين.]
(شاھ)

اڄ هو اسان ۾ ناهي پر پوءِ به زنده آهي. ايترو ڄڻ اسان ۽ اوهان کي ڪافي وڏيڪ – ان جي افسانوي ڪردار تي گيت لکيا ۽ ڳايا ويندا ۽ ان جي روشن ڪارنامن جون ڪهاڻيون ٻڌايون وينديون. هو ڪو ديوتا ناهي پر هڪ انسان آهي، جيڪو ڪيترن ماڻهن جي ارمانن، آرزوئن کي هڪ غير معمولي نموني اظهار عطا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. رڳو اهو نه ته عزم، همت ۽ وڏي حوصلي جو مالڪ هو يا ڪميونسٽ مقصدن سان ان جي وفاداري ناقابل شڪست هئي. يا ان جي شخصيت دوارنديشي، عقل، عمل، بي خوفي ۽ شخصي دل ڪشي جو هڪ حسين ۽ جميل ميلاپ هئي – پر هو اڃا به وڌيڪ ڪجھه هو –

ان جو نالو جارجي ديمتروف هو. جيڪو وطني اعتبار سان بلغاريائي، ڌنڌي جي لحاظ سان انقلابي، عقيدن

جي اعتبار سان مارڪس ۽ لينن جو پيروڪار، جنهن جي زندگيءَ جو مقصد ڪميونزم جي ڪاميابي هو—

انساني فڪر جي هيٺاين، احتيا جي قاذونن ڪان چڱي نموني واقف جارجي ديمتروف اڌ صدي تائين پنهنجي عظيم ۽ شاندار ذهني ۽ علمي صلاحيتن کي هڪ ئي عظيم مقصد يعني مظلوم ۽ مجبور ۽ ڪچليل انسانيت کي ظالم جي چنبي کان نجات ڏيارڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو—

هُن ظالمن خلاف جدوجهد ۾ پنهنجي ذاتي ڪردار، قيمتي تجربن ۽ خيالن سان، جنگ جو پاسو اٿلائي ڇڏيو. هُن جي قوت جو راز هن ڳالهه ۾ لڪل هو ته هو عوام ۾ رهندو هو ۽ عوام کي ئي طاقت ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو سمجهندو هو. اهو ئي ان جي ڪاميابيءَ جو راز آهي— ان ڪري بلغاريه جي تاريخ جي آپ تي ان جي پيرن جو نقشو چٽيل آهي - پر اخلاقي قوت ۽ تابناڪي جي اعتبار سان ته بلغاريا ۾ ان جو ڪو مٽ ناهي. ان کي بلغاريا جي ڪميونسٽ پارٽي ۽ عوام جو واحد اڳواڻ ۽ استاد، بين الاقوامي ڪميونسٽ تحريڪ جو عظيم مجاهد، سامراجي جنگ خلاف مقدس جدوجهد جو نا خدا، امن ۽ عالمي ڀائيچاري جو پيامبر تسليم ڪيو ويو آهي.

پائيدار امن ۽ صحيح انساني سماج جي قيام جي جدوجهد ۾ نوس مادي صورتحال ۽ باهرين سماجي حقيقت

کي هميشه نظر ۾ رکندو پيو اچي. اهو اهو مقام آهي جتي جارجي ڊيمتروف صورتحال جو صحيح تجزيو ڪرڻ، ان مان ضروري سبق حاصل ڪرڻ ۽ دل ۽ جان سان پنهنجو پاڻ کي انقلابي جدوجهد جي حوالي ڪرڻ جي عظيم صلاحيت جو مظاهرو ڪيو.

نه ته هو ڪڏهن به پنهنجو پاڻ کي هڪ جهان شناس، دوربين ليڊر، اهڙو ليڊر جيڪو ضرورت وقت ۾ رکيو عوام جي قيادت ڪندڙ ٿي نه پر جنگ ۾ فتح به حاصل ڪندڙ تسليم نه ڪرائي سگهي ها. سياسي، معاشي ۽ سماجي مسئلن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ جو سائنسي طريقه ڪار جارجي ڊيمتروف جي روح ۾ وسيل هو. ان ڪري عوام ان تي پورو اعتماد ڪندو هو. ان سان محبت ڪندو هو- بورزوا طبقي پنهنجي گهٽ علميءَ جي بنياد تي جيترو وڌيڪ انهيءَ کي قيد ڪرڻ ۽ مارڻ جي ڪوشش ڪندو هو. عوام جي دلين ۾ ان جي محبت ۽ عزت ۾ ايترو ئي واڌارو ٿيندو ويندو هو ۽ هو هڪ انقلابيءَ کان وڌي عوامي رهنما جو رتبو حاصل ڪندو پئي ويو. پنهنجي مقصد سان مضبوط وابستگي ۽ پورهيت طبقي سان هم آهنگيءَ ڪري ان جي عمل ۾ ڪنهن به قسم جي شڪ ۽ گمان جو امڪان نه رهيو. تنهنڪري هيءَ بلڪل فطري ڳالهه هئي ته جارجي ڊيمتروف دنيا جي پهرين فسطائيت دشمن تحريڪ جي اڳواڻي ڪري ۽ هيءَ به فطري هو ته هو

نازين جي مرڪزي جاء، ان جي گهر ۾ ريشتاغ جي باه لڳڻ واري بدنام زمانه ڪيس ۾ نازي ازم تي هڪ گهوماتيون، ڏيارينڊڙ وار ڪري- ظاهر آهي ته ان قسم جو انسان، عقيدي پرستي، ظالمانه بي عملي، ڪتابي فارمولن ۽ خود نمائي ۽ ان سان مشابهت رکڻ واري طرزعمل جو پڪو دشمن هوندو- ۽ ان جي فڪر ۾ جيڪا وسعت ۽ ان جي خيالن ۾ جيڪا صفائي ۽ سچائي ملي ٿي ان جو اهو ئي سبب آهي-

جيڪڏهن محبت ۽ عقيدت جو پيمانو ڪارنامن جي عظمت ۽ عمل جو معراج آهي ته هيءَ ڳالهه آساني سان سمجهه ۾ اچي وڃي ٿي ته جارجي ديمتروف جو نالو عظيم بهادرانه ڪمن سان گڏ ڇو ورتو ٿو وڃي ۽ ڪيئن مارڪسزم ۽ لينن ازم سان وفاداريءَ ان کي هڪ اهڙو انقلابي بڻائي ڇڏيو. جيڪو جرئت مند هو ۽ جنهن جو ذهن تخليقي صلاحيتن کان محروم نه هو- جارجي ديمتروف هي ثابت ڪري ڇڏيو ته مارڪس ۽ لينن جو سچو پيروڪار، عوامي رهنما ۽ سچو ڪميونسٽ اهو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو نوس قومي ۽ بين الاقوامي حالتن کي نظر ۾ رکندي سوشلسٽ انقلاب جي عام قانونن جي بنياد تي پارٽيءَ جي اجتماعي ذهن جي هن ڳالهه ڏانهن رهنمائي ڪري سگهي ته ان خاص صورتحال ۾ 'قومي' مان ڇا مراد آهي ۽ ان طبقاتي ڪشمڪش جي ڪردار جو بهترين اظهار ڪري ۽ واسطيدار ملڪ

۾ انقلاب کي فتحياب ڪري. مارڪس - لينن جي فلسفي جي روح سان سچي وفاداري ۽ سائنسي طريقہ ڪار، بي نتيجي جذباتي ڪاروائين ۽ سياسي مهم پسندي کان بچائين ٿا — ۽ ان کي ناپسند ڪن ٿا. بيءَ صورت ۾ بين الاقوامي سرمائيدار طبقي جي غلامي جي خاتمي ۽ سوشلسٽ حڪومتن جي قيام واري مقصد کي خطرو درپيش اچي سگهي ٿو. جڏهن تہ مڪمل طور تي ناڪاميءَ جو بہ امڪان آهي —

جارجي ديمتروف اسان کي عملي طور تي هن سوال جو جواب ڏئي ڇڏيو آهي تہ اسان کي ڪيئن زندهہ رهڻو آهي؟ ڪيئن ظالم خلاف جنگ ڪرڻ گهرجي —؟ ان ۾ هيءُ راز لڪل آهي تہ ڪنهن نموني هڪ معمولي مزور، حال ۽ آئيندي کي گڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ ان نموني پنهنجي نالي کي عزم ۽ حوصلي، ترقي - پسندي ۽ بين الاقواميت جي علامت بڻائي ڇڏيو ۽ پنهنجي شخصيت کي شرافت جو مجسمو. اهوئي سبب آهي جو ماڻهوان جا گيت ڳائين ٿا ۽ ان تي نظمون ٿا پڙهن —

مترڻا آڳي جي مئا، سهي متري ٿيين نہ مات،
هوندا سي حيات، جيڻا آڳي جيي جيا —

— —

جيڻا آڳي جي جيا، جڳ جڳ سي جيئن،
اوءِ موٽي ڪيئن مرن، مرنا آڳي جي مئا —

(شاعر)

١٣ — مئي - ١٩٨٢ع

# درستيون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ۳۰ | ۱۵ | پسند پيءَ | پسنديءَ |
| ۳۲ | ۱۰ | هئي | هيءَ |
| ۳۹ | ۱۳ | ڏيءَ | ڏي |
| ۴۰ | ۱۹ | ڏي ۾ | ۾ ڏي |
| ۴۸ | ۸ | پهرڊين | پهرين |
| ۵۶ | ۱۳ | ڪميونسٽ ۱۱ ميني فسٽو | ڪميونسٽ ميني فسٽو |
| ۵۶ | ۱۴ | جي | تي |
| ۵۷ | ۱۲ | ترديد ۽ تنقيد | ترديد، تنقيد |
| ۵۷ | ۱۵ | انتظار | انتشار |
| ۵۹ | ۲۳ | بد جي ولت | جي بدولت |
| ۶۴ | ۶ | پارٽيءَ | پارٽي |
| ۷۳ | ۱۲ | پرر گرام | پروگرام |
| ۷۴ | ۶ | هلنديون | رهنديون |
| ۸۵ | ۶ | ٻي جي | جي ٻي |
| ۸۸ | ۱۱ | ترقي ۾ | ترقيءَ ۾ |
| ۹۱ | ۱۷ | (رڪي هئي ڪان پوءِ پڙهو) [۱۹۱۷ع جو واقعو آهي ته ديمتروف ريل ۾ سفر ڪري رهيو هو. هيءُ پهرين درجي جي هڪ گاڏي ۾ هو. ان سان گڏ هڪڙو ڪرنل به اُن] | |
| ۹۲ | ۱۳ | صوفيائي | صوفيا |
| ۹۳ | ۴ | حڪمراني | حڪمران. |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٩٤ | ١٦ | بلاعوف | بلاغوف |
| ٩٦ | ٢٢ | ايٺڪ | اڻٺڪ |
| ١٠٣ | ٨ | ورانا | روانا |
| ١٠٤ | ٢ | شهر ئي | شهريءَ |
| ١٠٦ | ٥ | رجحت | رجعت |
| ١٠٧ | ١٣ | پڇي | پڇي |
| ١٠٨ | ٣ | لاڙن | لاڙن |
| ١٠٨ | ٦ | ڏڙيل ۽ پڪڙيل | ڏڙيل پڪڙيل |
| ١٠٨ | ١٢ | اڙن | اٿر |
| ١٠٨ | ١٤ | Stamllioski | Stambollioski |
| ١١٠ | ١٦ | راضدار | طرفدار |
| ١٣٢ | ٨ | ضلع واري | ضلع وار |
| ١٣٢ | ١٩ | Cominterh | Comintrn |
| ١٣٣ | ١٢ | ڪجهه گناهه گمنام | ڪجهه گمنام |
| ١٣٤ | ٥ | لگت | لکت |
| ١٤٠ | ١٥ | Lnbbe | Lubbe |
| ١٥٤ | ١٤ | پڇي | چئي، |
| ١٨٤ | ١٦ | ڪيو ۾ | ڪيو ۽ |
| ١٩٣ | ٨ | دانشور | دانشورن |
| ١٩٥ | ٣ | هيءُ | هيءَ |
| ٢٠٣ | ١٤ | جو | جي |
| ٢٠٦ | ٦ | اوهان کي | اوهان کان |
| ٢٠٨ | ١٣ | طبقي | طبقو |

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏھاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏھاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙھندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنھنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏھاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آھي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو ھوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

ھر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندَڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنھن سيني وِچان ”پڙھندڙ“ نسل جا ڳولائو آھيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناھي ورھائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجھَڻ ۽ ھِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَھڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)